SOBHO GIANCHANDANI
ADVOCATE, LARKANA

— سڄي ۾ احترام سان

سائين سوڀي گيانچنداڻيءَ

لاءِ.

(اياز گل)

١٠-٧-١٩٩١

# آشڪار-٢

# آشڪار

شمارو ٻيون

تحقيقي جرنل


اياز گل

- ايڊيٽر

محمد علي حداد

- ٻانهن ٻيلي





سچل چيئر، شاه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور سنڌ

# آشڪار (تحقيقي جرنل) ـــــ ٢

-سونهارو سچل/لالچند امرڏنو مل جڳتياڻي
-سچل سرمست/ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻي

ايڊيٽر: اياز گل

ڇاپو پهريون: جون ١٩٩٠ع
ڳاڻيٽو: هڪ هزار
ٽائيٽل: خدا بخش ابڙو
تصويرون: علي گوهر سومرو
ڇپائيندڙ: سچل چيئر، شاه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور سنڌ.
ڇپيندڙ: پوپٽ پريس- خيرپور سنڌ. فون ٢٤٧٥
ڪمپوزنگ: يونيورسل ڪمپيوٽر ڪمپوزرس ڪراچي.

قيمت 30-00 رپيا

**AASHIKAR (Research Journal)**
SOONHARO SACHAL/Lalchand Amar Dino Mal
SACHAL SARMAST/ Jethmal parsram Gulrajani
EDITOR: AYAZ GUL
EDITION: FIRST (JUNE 1990)
COPIES: ONE THOUSAND
TITLE: KHUDA BAKHSH ABRO
PUBLISHERS: SACHAL CHAIR
SHAH ABDUL LATIF UNIVERSITY, KHAIRPUR, SINDH
PRICE: 30.00
PRINTER: Popat Press Mall Road Khairpur.

# ستاءُ


١. حق موجود ———— ايڊيٽوريل/اياز گل

٢. سونهارو سچل ———— لالچند امر ڏنومل جڳتياڻي

٢. سچل سرمست ———— ڇيٺمل پرسرام گلراجاڻي

# حق موجود

## ايڊيٽورل

▲ "آشڪار" (تحقيقي جرنل) جو پهريون شمارو، اوهان تائين پهچائي رهيا آهيون. سچل چيئر، شاه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور پاران، تحقيقي اشاعتي سلسلي جو هي ٽيون ڪتاب آهي. محدود وسيلن ۽ گهٽ ڪم هوندي، سچل چيئر پاران، سچل سائينءَ تي تحقيق جو بنياد مهيا ڪرڻ لاءِ جيڪي ڪجهه ٿيو آهي يا ٿي رهيو آهي، سو ڪو لڪل عمل ڪونهي، اهو سچ ۽ سچ جيان، پنهنجي پوريءَ سچائيءَ سميت اوهان جي سامهون آهي.

"آشڪار" ۾ هن پيريءَ اسان ٻن ننڍڙن ڪتابن کي گڏي، شايع ڪيو آهي. هي سچل سائينءَ جي ٻن سچن پانڌيئڙن ۽ سنڌي ادب جي ناميارن نالن لالچند امرڏنو مل جڳتياڻي ۽ جيٺمل پرسرام گلراجاڻيءَ جا لکيل ڪتاب آهن. هنن ڪتابن جي اهميت ان ڪري به آهي جو، هي ڪتاب اڄ کان منو صدي اڳ لکيا ويا هئا ۽ هن وقت اڻلڀ آهن ۽ نرڳو اڻلڀ آهن. پر سچل سائينءَ تي ٿيندڙ تحقيق جي حوالي سان پيڙهه جي پٿر واري حيثيت به رکن ٿا، جڏهن ته اسان جي اداري جو خاص مقصد به اهو آهي ته، اسان سچل سائينءَ تي تحقيق ڪندڙن کي، موجود ۽ غير موجود سمورا تحقيقي وسيلا هڪ هنڌ تي مهيا ڪري ڏيون. اسان جو هي پيار جو پورهيو، پڪ ته سڀني علمي، ادبي ۽ سماجي حلقن وٽ مان ماڻيندو ۽ اسان سان سندن سهڪار کي مضبوط ڪندو.

"آشڪار" جو ايندڙ شمارو، ناميارن، ليکڪن، دانشورن ۽ محققن جي، سچل سائينءَ تي لکيل تحقيقي مقالن تي مشتمل هوندو. جنهن لاءِ اڳي جيان سمورن محققن ۽ مقالا نگارن اڳيان، سچل سائين جي ڪلام، فڪر ۽ حياتيءَ جي ڪنهن به پهلوءَ جي حوالي سان، تحقيقي مقالا لکي موڪلڻ لاءِ پنهنجي نماڻي نينڊ ڏيون ٿا. ان اميد سان ته مايوسي پلئه نه پوندي.

سدائين جيان "آشڪار" جي اشاعتي سلسلي ۾ هر قسم جي سهڪار، ساٿ، مشورن ۽ مدد لاءِ، شاه عبداللطيف يونيورسٽي جي احترام لائق وائيس چانسلر، ڊاڪٽر محمد ابراهيم بخاري صاحب ۽ سچل چيئر جي اڳواڻ تنوير عباسي صاحب جا ٿورا مڃڻ ضروري سمجهون ٿا.

سچ سلامت - ساٿ سلامت

**اياز گل**

◉ پنارو، سکر سنڌ
٢٠ جون ١٩٩٠ع

## پهرين ڇاپي جو وچور


### سونهارو سچل

مصنف: لالچند امرڏنومل جڳتياڻي

ڇاپو: پهريون مارچ - اپريل ١٩١٦ع

ڳاڻيٽو: ٦٠٠٢ هزار

قيمت: چار آنا

ڇپيندڙ: سنڌي ساهت سوسائٽي، ڪراچي سنڌ.

Printed by: B.R Shirdasani at the Karachi Printing works, Bunder Road, Karachi and published by: Mr. Lal Chand A. Jagtiani, Secretary Sindhi Sahat Society, Karachi, Sindh.



لالچند امر ڏنو مل

چم: ١٨٨٥ ــــــــــــــــــــ مرتيو: ١٩٥٤ع

# سونهارو سچل

ميان قادر بخش بيدل روهڙيءَ وارو ديانت ۾ سائين سچل جي درگاه تي گهڻو ويندڙ هو. تنهن سندس ساراهه ۾ هڪ غزل چيو آهي، جنهن مان ٿوري ۾ ئي سڌ پوي ٿي ته هي فقير ڪهڙو ڪمائيءَ وارو صاحب هو. چوي ٿو:

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو
مست سالڪ مهه سَچُو عارِف اُتي اِظهار هو
بره جي برسات جو تنهن وِيرَ تي وسڪار هو
ظاهر و باطن تنهين وٽ درد جو ڏڏڪار هو
وجد وحدت جو سدا خاصو تنهين خمار هو
مرد سو منصور وانگر عشق جو اوتار هو
منجهه سخن تنهنجي اُلوهِيتَ سندو آثار هو
جنگ جذبي جوش مستيءَ ۾ مثل عطار هو
قربدارن جي ڪٽڪ ۾ مرد منصبدار هو
در تنهين داتا جي بيدل پرت جو پينار هو

سو سچل صوفي سخت هو ۽ زماني کان تارڪ ۽ سرمت هو. پاڻ پنجن ورهين جو هو، تڏهين شاهه لطيف پنهنجيءَ سندس ڀڪندڙ پيشاني ڏسي ڄاتو جو هي نينگر وڏو ڪلاوارو ٿيندو، ۽ ڏاڏهنس ميان صاحبڏني ۽ چاچهنس ميان عبدالحق کي ٻڌائي ڇڏيائين ته: "اسان جيڪو ڪُنو رڌو آهي، تنهنجي هيءَ ڍڪڻ لاهيندو." شاهه لطيف به غضب جو صوفي ٿي ويو آهي؛ پر نفس ڪهڙو

نبئو آهي، ڪيئن اُنکي نهوڙي نجي، تَنهن جو وستارهن گهڻو ڪيو آهي. سچل طريقت کي بہ ترڪ ڪري، گهڻو تڻو حقيقت ۽ معرفت کي لڳي ويو. شاھ لطيف شينهن وانگر ڳوڙو ڳنڀير آهي، ۽ جهنگ مايا ۾ رڳي ۽ پنهنجي ۽ حشمت سان نفسياني جناورن تي ڇمايو ويئو آهي. سچل شڪرو شهباز آهي، ۽ نت پنک پکيڙيو هوا ۾ پيو اُڏامي. شاھ لطيف ڪڏهن ڪڏهن هڪڙيائي گجگوڙ ڪري پڌائي ٿو تہ "آءٌ ڪير آهيان." سچل نت زور شور سان سيٽيون وڄائي سڻائي ٿو تہ: "آءٌ ڇا آهيان." پيو ڦيرُ منجهن هي آهي جو لطيف جدا جدا ويس ڪري، عشق اِلاهي ۽ جي باب ۾ شعر ٿو چوي، ۽ سچل لسوئي لسو بيان ڏيندو ٿو وڃي. پڻ لطيف جو شعر گهڻو تڻو سنڌي ڏوهيڙن ۽ لوڙائن جي صورت ۾ آهي، ۽ سچل جو شعر ڪيترو سارو فارسي علم عروض تي بہ ٻڌل آهي. پر ٻنهي جو شعر هڪ آرسي آهي. جنهن ۾ ڪين جيڪو اندر جو پر ڇو ٿيو آهي سو ڇٽو پيو بکي.

شاھ لطيف جي حياتي ۽ جو وستار آکاڻين ۽ ڪهاڻين جي صورت ۾ گائبو سارو ملي سگهي ٿو، مگر هن ڪامل فقير جو اهڙو ڪو ذڪر ايجا تائين گهڻو هٿ نہ آيو آهي.

درازن ۾ ۱۷۳۹ع ۾ سندس تولد ٿيو ۽ ۱۸۲۹ع ۾ هي جهان فاني ڇڏيائين. سندس وڏا اصل عربستان مان محمد بن قاسم سان گڏ سنڌ ۾ آيا هئا، ۽ اوائل ۾ اچي سيوستان وسايو هئائون. عيسوي سنہ ۱۲۵۲ع ڌاري انهي ۽ نسل مان هڪڙا بہ ڄڻا قسمت سانگي سيوهڻ مان لڏي اچي ڪاڪڙي ۽ (گاگڙي) ۾ ويٺا، جتي مخدوم جمار جا مريد ٿي ڏاڍيون رياضتون ڪڍيائون ۽ صاحب حال ۽ ڪمال جاڻيا.

سونهارو سچل انهن جي آنس آهي. ٻاڻ ايجان نڍڙو ٻار هو تڏهين سندس والد ميان صلاح الدين سڏاري هليو، جنهنڪري نندي هوندي کان پنهنجي

چاچي ميان عبدالحق جي سنيال هيٺ رهيو. فيض بہ انهيءَ ئي صاحب وٽان مليس، جنهن لاءِ پنهنجي شعر ۾ چڱي اُن جي شڪرگذاري ۽ منت پذيري ڪئي اٿس.

شاهه صاحب وانگر هيءُ بہ ننڍي هوندي کان اڪثر اڪيلو گذاريندو هو، ۽ سدائين صبر هوندو هوس. پر لطيف وانگر ڏورانهون ڏيهہ ڪونہ ڏوريائين. حسن پرست هو، پر نفس تي قابض هو. ڪڏهن بہ اُبتو پير نہ کنيائين. شادي بہ پنهنجي مرشد جي چوڻ تي سندس ئي نياڻيءَ سان ڪيائين، نہ تہ پنهنجي سِر سڌائتو نہ هو.

هڪڙو پٽ ٿيس، پر چون ٿا تہ مير رستم خان خيرپوريءَ جو پٽ مير محمد حسن خان اچي نا چڱو ٿيو. انهيءَ ڪا دعا پنيس، تنهن تي چيائين تہ "اسين تنهنجي پٽ جي بدران پنهنجو پٽ خدا کي ٿا ڏيون." ۽ اُنهيءَ دم نينڍڙو مير چڙهي پيو ۽ سندس فرزند فوت ٿي ويو.

ٻي بہ هڪڙي ڳالهہ ٿا ڪن: هڪ لڳا هڪڙو عامل ديوان حيدرآباد جو ميرن جي آئيءَ ۾ اچي ڦاٿو هو. ديوان جا عزيز وڃي ميان فضل الله جهوڪ واري کي لڳا. صوفي فقير ميان عبدالحق کي لکي موڪليو تہ "هڪ بازُو ڪٽن وٽ اٽڪيو آهي سو ڇڏائي ڏيو." تنهن پنهنجي دستار مان قادري ٽوپي ڪڍي، ميان سچل جي مٿي ۾ وجهي، ميرن ڏي مُڪس تہ وڃي ٻانهن ڇڏائي اچ. ميان سچل ميرن جي ڪچهريءَ ۾ ويو ۽ بندوقون ۽ ترارون ڏسي پڇڻ لڳو تہ: "هي ڇا آهي؟" چي: "سائين هنن سان شينهن جو شڪار ڪبو آهي." فقير چيو تہ: "شينهن مارڻ جو نہ آهي." حاضر خدمتگارن تڪرار ڪيو. تنهن تي اچي ميان سچل کي تمام جوش خروش ٿيو ۽ سندس چهرو اهڙو ڦري ويو جو اُنهيءَ دم شينهن ٿي پيو. هيءُ حال ڏسي سڀ ڊڄي ويا ۽ نيٺ جڏهن ڏاڍي منٿ زاري ڪيائونس تڏهن وري اِنساني صورت ولي

ٻيلو. پوءِ تہ ديوان جي جند ڇڏائي موٽي وطن هليو آيو.

جوش ۽ جذبو سندس شعر مان پڌرو آهي. ڳالهہ ٿا ڪن تہ جڏهن سارنگي ۽ طبلي تي هٿ لڳندو هو تڏهن بيخودي ٿي ويندو هو ۽ مٿي جا وار ڪڙا ٿي بيهندا هئس ۽ اکين مان پاڻي جاري هوندو هوس ۽ شعر مستيءَ ۽ بيهوشيءَ جي حالت ۾ چوندو ويندو هو، جو منشي ۽ فقير لکندا ويندا هئا. سندس ڪلام اڪثر تصوف جي متن تي آهي ۽ مضمون ڪيترو سارو معرفت ۽ حقيقت بابت آهي.

هاڻ صوفي مت ۾ فيلسوفيءَ پٽاندر هڪڙو تہ حق حقيقي هيڪڙوئي آهي، جو نت نور سان پرپور آهي، ۽ جنهن مان ٺي هيءَ مانداڻ منڊيو آهي. ٻيو تہ انسان بہ اُن نور جوئي ڪرڻو آهي، ۽ ڪيس نڪا اڳياڙي آهي نڪا پڇاڙي آهي، ۽ جيستائين هو پنهنجي هستي هن سَروَهستيءَ ۾ سمائيندو نہ، تيستائين سندس ڪو چارو نہ آهي. تيون تہ اُن لاءِ انسان کي کپي جو نفس کي نهوڙي، عشق پنهنجو اڳهہ ڪري، ۽ ستگُورن کان سکيا وٺي، هن مارڳ تي پوي ۽ پنهنجي پاڻ ۾ جهاتي پائي پاڻيهي پسي، تہ پاڻ اصل شيءِ ڪهڙي آهي. پر عشق حقيقي لڳيس تنهن لاءِ وري ڪي صوفي چون ٿا تہ ڪيس کپي جو پهرين سَٽَ مجازيءَ جو بہ مزو چکي. چو تہ مجاز هنکي ٻيحاري وانگر پيچي چڙهيندو جيڪو غير يا غليظائي منجهس هوندي، تنهن کي بہ ترڙي ڪڍندو. پوءِ جي پاڻيهي پروڙيندو تہ جا شيءِ معشوق ۾ ڏسي آءُ اُتس اکن چڪن ٿيو آهيان، سا خود مون ۾ بہ آهي، ۽ نہ رڳو مون ۾ آهي، پر ساري وس جي هڪ هڪ ڀتڪڙي ۾ بہ آهي. ائين آخر جڏهن تن جي تاڪي لهي ويندس، ۽ ٻهر ڪپاٽ کلي پوندس، تڏهن اهڙو اَنيڻ ٿيندس جو چئي سگهندو تہ سڄ پڄ ساري وس ۾ آهيان ٺي آءُ، چؤ ڏس چؤ ڏار مون جوئي پسارو آهي، تہ مون جوئي جيءَ سيڪنهن جيءَ سين آهي، ۽ رڳو درسن ڏارون ڏار آهي، تہ ڪل ڪايائون

مون جون ئي آهن، ۽ مون تي ئي سارو پنڌُ برهمنڊ پيو تڳي.

پاڻ تہ آهيان پاڪ، پر ڪي ڏينهن هت گذاريان ٿو
ساڳيوئي سوراڳهو آهيان، ظاهر ليکي چاڪ،
آهيان آءٌ معشوق مڙن جو، موتي ٿيس مشتاق،
آهيان آءٌ خوشحال هميشہ، غمزي ڪيو غمناڪ،
ڪاٿئين زهر پيالو ظاهر، ڪاٿئين ٿيان ترياق،
سچو آهي وصال سيوئي، ڪاٿي فلڪ فراق.

سچل جي فيلسوفيءَ جو اهو فالودو آهي، ۽ سندس مت جي اها ملائي آهي. پر فالودو ۽ ملائي چڙا سواد ڪندائي ڪين، تنهنڪري انکي سندس شعر جي شربت ۾ ملائي نوش جان ڪجي، تہ پاڻيهي قدر پوي تہ سچل شيءِ ڪهڙي آهي. سچل بہ انهي ئي پڙهمان پاڻي پيتو آهي، جنهن مان لاکيڻي لطيف پنهنجي اڄ اُجهائي هئي.

سچل سائين پاڻ کي عاشق چاڻي چوي ٿو:

جي هئين عاشق تہ برسر، مينهن محبت جو وساءِ
ساهہ جو سانگو ڪرين تا پير هن پڙ ۾ نہ پاءِ
پاڻ ڪُل قربان ڪر هيءَ دم هٿڻ جي ناهہ جاءِ
آءَ ادا اعتبار ڪر آ هوش نيندڙ هيءَ هواءِ
رت روئڻ راتو ڏينهان آهي لُڇڻ محبوب لاءِ
هي ملئي سؤدو سهانگو ڪين ڪي سر ڪٺون سواءِ

يعني تہ جي مارگ تي پيو آهين تہ عشق پنهنجو اڳهُ ڪر، ۽ ساهہ جو سانگو ڇڏي، سر ڪٽي وجي صاحب اڳيان ڌر. هي حرص ۽ هوائون، ۽ لذتون ۽ خواهشون، پٽون ۽ نانگ اٿيئي، ۽ جي ڏنگيائون ۽ تہ هڙني هلاڪ اٿيئي. جي پاڻکي صوفي ٿو چوائين تہ نت نفس سان پيو لڙ، ۽ رات ڏينهن رانول لاءِ پيو

روءِ۽رڙ-

جي رکين يار جو خيال ڪوڙا ڇو ٿو ميڙين مال

تڏهن طالب ڪوٺجين جڏهن ڇڏين سڀ جنجال

هلي ونج حالَ ڪي ڪُلي ڇڏي قال

يعني تہ جي محبت جي ميدان ۾ پير پائڻ ٿو گهرين تہ موهہ جي چارڪان ڏار ٿي، وجد جي حال ۾ گذاريندو ڪر. طالب ڪوٺبين تڏهن، جڏهن مايا ڪان مُنهن موڙيندين، ۽ گوٺنائڻ ڇڏي اُن جنجل ڪان جند ڇڏائيندين.

عاشق تڏهن ڪوٺجي، جڏهن سڀ لاهِڳاپا لاهي

دوستيءَ ۾ جهُون دوست جي، هڏناهہ نہ ٻيو ڪوئاهي

وَهَمَ ارادا خيال ٻيا وڃ، ڳاهَ برهَ جي ڳاهي

هُو جو ڪوٽُ هڻڻ جو، ميان ڊوڙ پهرينءَ ڊاهي.

عاشق جڏهن اهو چاڙهہ چڙهي ٿو، ۽ اُن پوڙيءَ تي پير ڏري ٿو، تڏهن ڇاٽي ٿو تہ مونکي نہ رڳو، سنسار جي سکن کان دل ڀلي پاسو ڪرڻ گهرجي، ٻر پاڻ دنيا جا ڏک ڏسي وارڙيءَ ڦُلَ جِئن وهسڻ گهرجي، ۽ جڳائيم تہ جي ڏيهہ ڪٺي مون کي ڏنب ڏئي تہ صبر ڪري سڀ سهي وڃان ۽ جي منهنجي نِندا ٿئي تہ اُن ۾ پنهنجي ناموس سمجهان. سو سُچل بہ پاڻ کي تاڪيد ٿو ڪري تہ ڏس،

ڪم نہ عاشق سو ڪرين، جنهن ۾ تنهنجي تعريف ٿئي.

پاڻ

ڪڻ ملامَتَ ڪا مٿي، مَرُ ڏيهہ تو طعنا ڏئي،

۽

بِرهَ ۾ بدنام ٿِي هيو ڪينَ ٿئي ڪسبن ڪئي

عشق جي درياهہ جي ڇولي ڇِکي مَرُ توئي

پوءِ تان خبر ساري پوندئي دوست جي هن پندَ پئي
راهه گم ڪر پانهنجي ووُن وِڪَ نہ ڪنهن ٻهگُڻ ٻئي

پيو بہ: "مڙس ٿي منصور چؤ، نہ تہ ڪيمَ چؤ، منصور آءٌ." منصور انا الحق جو دم هنيو هو۽ ملن ۽ قاضين ڪيس سوريءَ تي چاڙهيو هو. منصور هتي عاشق صادق لاءِ آيو آهي، جو تہ قدرت جو قانون آهي تہ جيڪو عشق ڪمائي ٿو سو، ڏيهہ جي ڏينهن وهيٺ واوس ٿئي ٿو. سو تون بہ:

مڙس ٿي منصور چؤ نہ تؤ ڪيمَ چؤ منصور آنءُ،
سگهَہ نہ جي ساري سگهين، سائين مُنهن رکين تنهن تي متان

اڙيتون

چو چو ڪراٿي ءِ مِ پَني راند يون رهين راتيون ڏينهان؟

خبراٿئي تہ

احوال سڀ اسرار جو، سائين عشق تي آهي ميان

تون تہ

نرڪو نگيءَ جي ٿاهه جو ناحق ڪرين ٿو ناتوان
هِنڪي چيو هُنڪي چوين، آهيان لاهوتي لا طمان

پائي

منصور جي تنهن ملڪ تي آهن سدا نُڪتا نَوان
سڻ سچو تون سمجهہ رک توکي چگائي ٿو چوان

يادرک

اس بازي مِ سر بازي هئي سر ڏيوڻ سو افرازي هئي
اهو عشق مِ عرض نيازي هئي
وت شاهي عشق لڳاوڻ ڪيا وت تيڪون آپ ڇهاوڻ ڪيا
جي سِرَ ڪُون ڏيوين سانگا چوڙين وچ وحدت پپائي پوڙين

سگ سيا يا سارا توڙين

نينهن شهان نال لاوڻ کيا، وت اس گلي ۾ آوڻ کيا
عشق دي ديري عاشق آءَ ساري سرِ دا لهين سماءَ
بازي اسدا عجب بناءَ
وت ڳلي ڳلي وچ ڳاوڻ کيا وت ايسا سُر سناوڻ کيا
عاشق هونشانا ٿي يکدل يار يگانا ٿي
عالم وچ بيگانا ٿي
وت تيکون آپ لکاوڻ کيا وت ايسا کام کماوڻ کيا

وري

دل چِين سان جي چُمين پِير مغان جو آستان
محبت سچي محبوب جي بانکا وڃي تون باس تان

پر ڳڻ اهو عشق ڪسب اختياري نه آهي.

تڏهن؟

جي مون پُڇُوڙي جيڏيون آهي برهه بيقراري
بخشش الهي آهي نه ڪسب اختياري

انڪريئي

آهي ني عاشقن کي سوريءَ مٿي سواري
هڪ درد دل ۾ تن جي ٻي خلق جي خواري

انڪريئي

جنهن دل تي آهي جوش سا دل سورَن سان سنري
سالڪَ سُک نه سرها گُوندَرَ ڏي کن گوش
اثر اُهيئي عشق جا اول وڃائن هوش
سچو سوريءَ سي وڃن مٿي ۾ ٿيا مدهوش

سو مسلمانن کي پڌائي ٿو

کريان يارو مسلمانو عشق جي ڳالهه اڄ ڪيهي
سورهيہ سوريءَ اناالحق جو هڻڻ نعرو نسنگ نيهي
ڇڏي هي عيش عالم جا وڃن تڙ پٽ ۾ پيهي
وڏايو غمَ سندن غمزي تني دل رمز سان ريهي
ڪئي ڪين ناز نيڻن جي ديواني درد هيءَ ديهي
سچو روئڻ راتو ڏينهان عادت آهي عاشقن ايهي

ڀانءِ کي سمجهائي ٿو تہ

سچو سدا سک ۾ رهين متان تون جهلين روئيون اکيون

ڇو تہ

هت دردوارن جي پرين پاٽيهي ڪرن ٿا پاس تان.

سندس اکيون جي عجيب وٽ اڙيل آهن سو ويچارو، راتيان درد ۾ پيو
گذاري، ڏينهان درماندو ٿي پل پل هڻن پيو پڪاري؛

هيءَ تان خبر ڪنهن سان ڪريان هي هي ني هھڙي حال جي
آهي مڙيائيءَ محبوب کي آگهہ منهنجي احوال جي
عام هي نت ٿا ڪرن طعنہ مٿي مون تُهمتان
آهي نہ ہي ڪنهن خلق کي خاصي خبر هن خيال جي

مونکي تہ

بره بيراڳي ڪيوڙي جيڏيون مونکي درد ديوانو ڪيو

ڀانءِ لاءِ

آهي علاج نہ ڪوئي

ڪئن جو آءُ تہ

هنا کن ماري آهيان

پوءِ

كنهنكي سليان سرتيون حال اهو روئي
آهه علاج نه كوئي هن اكن ماري آهيان
كنهنكي سليان سرتيون حال اهو روئي

۽ طبيب كي چوي ٿو

ڦكيون ڀكيون لكين هزارين كيون طبيبان توئي

پر

ناحق ٻڌين پٽيون كلَ نه حاذقَ هوئي

منهنجي درد جي دوا ته منهنجي سانول جي هٿ ۾ آهي، سو ئون:

ونئي وڃ واٽ اهائي سانول ايندم سوئي

پر هو يار جو وٽس اچڻ كان اجا آرو ٻيو كري، سو من سندس منجهامي ٿو پوي. تڏهن نهايت نمائو ٿي ڏانهنس پانڌيءَ هٿون نينهن پريا نياپا ٿو موكلي، ۽ پلوَپائي سندس چاڻنت تي هيءَ سڻن ٿو هڻي ته:

هوت اسانكي هيترو تون سانول كيم سكاءِ
پرين ڏسج پاڻ ڏي وايون هي ورناءِ

تو سان نينهن لڳم تنهن كان اڳ

كتابن ۾ وڌم منهن ٿي ته ٿئي خور سندگي حاصل

پر

لڳي دل او چتي تو سان وساري برهه بي تي ٿي

هاڻ ته

مونكي توتا فراقي كيو اها فرياد كنهنكي ڏيان
هو جي ڳالهيون كيئڻ سانول سچوءَ كي ياد آهن سي

سو سهڻا

آءُ اچي ڏس حال منهنجو آءُ اچي سڻ عرض هي
نِينهن تا مونکي نيو طاقت نکا تن کي رهي
مشتاق جي مارڻ سندو آهي اوهانکي عرض هي
دل کسي مونکؤن وئين موٽي نہ آئين ڇا چوان
سڌ لهو ساجَنَ اچي آهي اوهان تي قرض هي

نينہ ابتداءِ تہ

کڏهن ايندين هِڪ ٿيندين

اسان تہ پيا

نت نهاريون سنڌ ءِ وانٽريون

کڏهن ايندين هڪ ٿيندين نِت نُهاريون سنڌ ءِ وانٽريون
سانول کنهين سانگَ کؤن اگڻ اسانجي ايندين
کنهن ڏينهن هن ڏکيءَ کي دوست دلاسو ڏيندين
پکا پکَنِ سامهون اوري آٿي اڏيندين

اڙي

سو ڏينهن ٿيندو کهڙو سچو کري سڏيندين
نيٺ جڏهن اهو سياڳو ڏينهن ٿيو آهي تڏهن اڳهه ساڻ آواز کري چوي ٿو
مونسان نينهڙو لايائون آهي شکر حمد الله
درد منديءَ کي کيئي دلاسا ڏس جو وري ڏنائون
حال احوال ني هن فقير کؤن پيرا پري پڇيائون
ڏِنگائِن ڏي کين ڏنائون وني پنهنجو کيائون
هڪ ڏهاڙي سڏي سچوءَ کي ائين کي چڱو چيائون

پوءِ آءُ سائس

کيهي کريان مهماني

هي جو

يار اڱڻ منهنجي آيو

کيهي ڪريان مهماني يار اڱڻ منهنجي آيو
دوست ڳڏيو دلجاءِ ٿي هنئين لٿي حيراني
هن وَڙِ لائق هوس نہ آءٌ محب ڪئي مهرباني
مشڪل جا هئي ڳالھ اسانکي اها ڪيائين آساني
فضل ڪرم سان پاڻ بخشائون سچوءَ کي سلطاني

پوءِ اها جا چاڻ اٿس تہ عشق جي سهاري ئي مونسان هيڏو وڙ ٿيو آهي، سو عشق کي چوي ٿو:

عشق اسان وٽ آءُ اچي توتان سانوڻ لايا

ڏس تہ تنهنجي برڪت سان ڇا نہ رنگ رچجي ويا آهن:

ڇنڇل ڇيهل ٿي چوڌاري مينهن رات ڪئي موچاري
عزت لڌي آسمان پريںءَ اچي پير گهمايا
بوند برهہ جي برسي باري جوش اکين مون جر ٿيا جاري
بيحد ٿيا باران اصل کون واھ وهايا
گل ڦل گاهن ڪئي گلزاري ميحيائون سارنگ سرداري
سهسين ٿيا سامان اکن اچي آگم لايا
يار سچل ڇئي محب مليا سي بيشڪ دل جا درد لٿا سي
شاهي رکيائون شان اچي تن حُڪم هلايا

۽ خود پاڻ کي نصيحت ٿو ڪري تہ عشق ايترو ڪماءِ جو عشق جو بنھ رُوپُ ٿي وڃين ۽ اها ڪلَ نہ پوئي تہ آءٌ ۽ منهنجو معشوق، ڪي هڪ ٻئي کان ڌار آهيون. ڇو تہ جيستائين توکي اها شناخت آهي تہ منهنجو معشوق بہ آهي ۽ آءٌ بہ آهيان جنهن سان منهنجي محبت آهي تيستائين ڇاڻ گهرجي تہ اڃا توکي

دوئيءَ جو داغ لڳل آهي. آءٌ بہ آهيان ڇيڏ تہ بس شرڪ ڪمايئي. اها شناخت رهيئي تہ آءٌ آهيان ۽ معشوق لاءِ منهنجي اندر ۾ عشق آهي، مطلب تہ تون مُشرڪ مُرتد آهين، يعني وحده لا شريڪ لہ سان برابري ٿو ڪرين. ڇو تہ آهي رڳو هُو جنهنجو هي سارو پسارو آهي. تون آهين تہ بہ هُن ۾ آهين، پوءِ تون پاڻکي هُن کان ڌار هُن سنئون ڪِئن ٿو ليکين؟ هي ڏنو وائٺو سينو ڪين سامهون آهي؟ هي ڏنو وائٺو ٻرُڪين ميچٹو آهي؟

عشق پنهنجي جي خبر جي ڪنهن ادا عاشق آهي
مشرڪ ۽ مرتد آهي توڙي اُهو تارڪ آهي

سچو عاشق تڏهين ڪير آهي؟

پانهنجي هووٽون اُهو هر فعل کون فارق آهي
ڪفر ۽ اسلام کون لاڙو انهي لاشڪ آهي
رمز تا هن راز جي سمجهي سوئي سالڪ آهي

رڳو

دائم دئيءَ وارن نظر هڪ خلق ٻيو خالق آهي
اپٽي جو عبرت جون اکيون تنهنکي مڙيوئي مالڪ آهي

هڪ هنڌ چوي ٿو تہ جڏهن

درد ۾ دل يگانو ٿيو، اُتي يڪدل يگانو ٿيو
وڻي نياپا روانو ٿيو، رسيو تاروءَ وجي رهبر

تڏهن

اڳيون پي ٻاجهہ هُتِ پيئي وائي تا هِجرُ جي ويئي
دلاسا دوست ڪيا ڪيهي لکڻ کون هِنِ اهي ٻاهر

پر ڇا مون جيڪي هي چيو تنهنکي پنهنجي سچي هستي آهي؟ نہ تڏهن؟ ڇي

آهي سڀ خيال ھي منھنجو اوڏانھن ويو، حال ھي منھنجو
سچوڙي سوال ھي منھنجو حضوريءَ ۾ ٿيو حاضر

يعني تہ وڇوڙي جا ڏي پيا آھين ۽ فراق جا ڦٽ ٿيا آھن، پوءِ پلو پائي پرين
پرچايو اٿم، ۽ رت روئي راءِ ريجھايو اٿم، سو سڀ منھنجو خيال آهي، اھي
جي بحر ھستيءَ ۾ ڪڙاٽي بيٺا آھن.

سو سڀ مون جي خيال جو جمال آهي. انھيءَ ڪري ٿي پاڻکي صلاح ڏئي ٿو
تہ

ھيڏي ھوڏي نہ نھار، تنھنجي ويڙھي سوتا يار وسي ٿو
ساڻ سدا آهي تنھنجي پرين نہ آھي ٻئي ٻار
پرينءَ نہ پڇج پنڌڙا تون سچو پاڻ سنڀار

ٽيون

پو تصور اُن ۾ ٻي بازي ڪام بناءِ
اکيون اُپٽي جي ڏسين تہ ھادي آھي ھر جاءِ

ٻيو بہ

مَنجھون نيڪيءَ ۽ گناہ پوندي ڪَلَ نہ سندي الله

چوٿہ

ھڪ ڏوہ ٻيو ثواب اٿيئي عشق جو حجاب

ڏوہ ۽ ثواب عشق جي لاءِ حجاب يعني پردو آھن. نيڪيءَ ۽ گناہ جي تفاوت
رکڻ مان الله جي سُڌ ڪانہ پوندي، سو ڪئن؟ انسان جو عام طور پلي
جھڙو يا ٻيو ڪم ڪري ٿو، تنھن ۾ ڪيس اھو گمان رھيو وڃي تہ، ھن ڪم
جو ڪندڙ آءٌ آھيان. انھيءَ ڪري ٿي پنھنجو سچو پاڻ ڪانئنس وسريو وڃيءَ
سندس نيڪيءَ گناہ عشق جي واٽ ۾ اٽڪ ٿيو بيھنس. ھاڻ جيڪو چاھي
تہ ھن ڏس ۾ ڏاھو ٿيان تہ سچل چويس ٿو تہ:

هي وجود وسارئين تذهن دوست ٿئين داناه

۽

پنهنجي نظر ۾ پيهي وٺن وٺن هو سالڪ

۽

ڪشادگي ميدان جي ڏِسِ دہائي ديهي

هي ”ديهي دہائي“ هي وجود وساريو، تڏهن ئي اندر جون اکيون کُلنديون ۽ پنهنجي سچي پاڻ جي وڏائي ”پرتاب جي پروڙ پوندي.

اڙي

اگر اپنا قدر جانو سبہ سالار تم هوگا
کيا اندر کيا باهر، همہ اظهار تم هوگا
عجب هي بات باطن کي بگوش دل کي تم سُنکر
يقين کي آهئو ميدان مين اصل اسرار تم هوگا
کيا کيا کام سکندر جو سارا ملک لي جاتا
پکڙلي ملک دل کا تم سکندر وار تم هوگا
سچو کي ذات معلوم هي سچو سچ هي جو اوئي هي
نهين کوئي دوسرا دلبر اوئي دلدار تم هوگا

پڻ

اکيان کول تماشا ويکين

ڪيها؟

صاحب صورت ساري هئي
اکيان کول تماشا ويکين صاحب صورت ساري هني
ايڏون اوڏون اُوئي دلبر چئو طرف چوڌاري هني
ڪٿي بلبل ڪٿي گل ڦل ڪٿي باغ بهاري هني

ڪٿي درد دوزانو ڪيتا ڪٿي سيل سواري هئي
ڪٿي مومن ڪٿي ڪافر ڪٿي آپ پساري هئي
ڪٿي شيخ مشائخ ڪٿي حافظ ڪاتب قاري هئي
ڪٿي مغ برهمڻ ڪٿي ظاهر ذوق زناري هئي
ڪٿي دلق درويشي پهري ڪٿي پٽ پهاري هئي
ڪٿي مست موالي قردا ڪٿي چؤرنگ چاري هئي
ڪٿي چنڊ ستاري اوجل ڪٿي سج سهاري هئي
ڪٿي هر ڪائي ٻولي ٻولي ڪٿي گنگ گذاري هئي
ڪٿي سُني ڪٿي شيعا ڪٿي سرت سچاري هئي
ڪٿي عاشق ڪٿي معشوق ڪٿي ناز نظاري هئي
ڪٿي ڪيوين ڪٿي ڪيوين ميڏا محب مڪاري هئي
جيوين ڇيٽ هوئي هڪ نالي تنهن سر ڪئين گلڪاري هئي
ايڪ دانه مون سبزه برگان ڏار ميوه لک تاري هئي
اصل مٽي پوءِ نانوَ رچاندي نانوَ اندي نرواري هئي
اصل ڪماند تنهين مون پيدا ڪيئي ميٺ ميناري هئي
جيوين قند کهان کنڊ مصري ڪيئي لک نانوُ ليڪاري هئي
سون وچون سو زيور نالا هر ڪنهن نانوُ اُجاري هئي
اوئي سچو سچ ٻوليندا اوئي شبد سنواري هئي

پچاڙيءَ جي مصرعن ۾ ڏنل ڇيٽ، ٻج، مٽيءَ، ڪمند ۽ سون جا مثال، ڇي جئن ڇيٽ جو ڪپڙو هڪڙوئي ۽ اُتس گلڪاري نموني جي ٿئي، ٻج هڪڙوئي تنهن مان ٻوٽو، ٻن، ٿاريون ۽ قول سڀُ ڦٽين، مٽي ساڳي ۽ ٿانون جا نالا نرالا سڏجن، ڪمند هڪڙوئي تنهن مان کنڊ، مصري، قند سڀ ٺهن، سون ساڳيو مٿيا منجهائنس ڏار ڏار نالن وارا جڙن، تئن ساري پنڊ برهمنڊ ۾

بہ ،صور تون مور تون ڏار ڏار آهن پر هر هڪ ۾ جيءَ ساڳيو آهي.
انهيءَ صلاح پٺاندر جڏهن منهن مڙهيءَ ۾ ڀائي پنهنجو سچو پاڻ سڃاڻي ٿو ،تڏهن چوي ٿو تہ؛

شُبهَا شَڪَ سڀئي لاٿم پاڻَ سُڃاڻُ سان يقين

ڪئن جو ڏٺم تہ

جَلوه عِشق جو عَرِشَ ڪُرسَ تي سِرِ زمين ڇا زير زمين

۴سچ پچ

ظاهر آهي ذات تنهين جي هٽ شهر بازار
احد احمد هيڪڙو ناهي لک هزار
آهي سڀوئي دوست جو سچو هي سينگار

رڱو

سهسين رنگن ۾ سهڻو بيرنگي بن آيو

۴

بيرنگي تصوير مولادي سهسين رنگ وچ آئي هئي

۴

يار رنگيلو هڪ رنگ نہ آهي ڪوڙين سندس رنگ ڪيهي
مطلب اهوئي تہ شيءَ هڪڙيائي آهي، رڱو روپ رنگ نرالا نرالا آهن.
اها جا شناخت ٿي اٿس تڏهن چوي ٿو

مقصد منهنجو ڀائي مون آهي

پوءِ

طرف ڪيهي وت ڪاهيان
هيڏي هوڏي هڪڙوئي آهي

پوءِ

سنگ کهڙن سان ساهيان

واهواه

اسين پاڻکون وياسين کنهن جاءِ پيءَ پياسين
موج اڙي مهراڻ ۾ تنهن مون پار لنگهياسين
سچل ناءُ سڏائي اسين لوکن منجهہ لکاسين

واهواه

گم هوئيان مين گم هوئيان مين انهين سهڻي وچ گم هويان مين

خاکي جسم وچ مين تا ناهيان
اصل کنون مين تادم هوئيان
لامکاني سير اسانڏا
هر جا حاضر هم هوئيان
جيڏي کيڏي اهو آهان
ڄاڻ سچو تا تم هوئيان

پوءِ چوي ٿو، جڏهن نوبت اتي رسي تڏهن رهيو:

نکو غم نکو دم، نکو درد نہ محنت
نکو ڏسڻ نکو، پسڻ نکو، عيش نہ عشرت
نکو جيءُ، نکو روح، نکا جان جميعت
نکو سک، نکو دک، نکو هوش نہ حسرت
نہ عبرت نہ ، غيرت، آهي حيراني حيرت
سچو سچ آهي، نہ کچ آهي رڳوئي راحت

اتي ئي دم پڻ هڻي ٿو

اسان نان کنهن دي ڄائي هون
نهين کنهن دي نپائي هون

مائي باپ نہ ميرا ڪوئي اها ڏاڍي بيحد هوئي
گهٽ گهٽ ڪيتم سير سيوئي صورت سڀ سمائي هون
اڳي هواسين لامڪاني هُنُ ٿياسين جاءِ مڪاني
ٽڪيا جوڙ بڻيس انساني سچل پول سڏائي هون

پيوبہ

خدا ڪِسِ جانهين ڇپّندا الله جڳ لوڪ سارا هئي
نہ ڪوچي نان گلي ڇپندا الله جڳ لوڪ سارا هئي
بہ هر جائي بہ حاضر هئي اندر باهر بہ ناظر هئي
اکين کولو تہ ظاهر هئي الله جڳ لوڪ سارا هئي
ڪهان دعوت ڪي درويشي ڪهان درد ونسي داريشي
ڪهان رکندا هئي بد ڪيشي الله جڳ لوڪ سارا هئي
ڪهان لک ورد پڙهتا هئي ڪهان آپ نال لڙتا هئي
ڪهان خوناب ڪر تاهئي الله جڳ لوڪ سارا هئي
ڪهان بازيگران بازي ڪهان ميدان ڪا غازي
ڪهان مُفتي ڪهان قاضي الله جڳ لوڪ سارا هئي
ڪهان دلقي گدا گر هئي ڪهان پير مجاور هئي
ڪهان سلطان سرور هئي الله جڳ لوڪ سارا هئي
ڪهان دبدبي لشڪر پڪڙ تي زور هر ڪشور
ڪهان احمد ڪهان حيدر الله جڳ لوڪ سارا هئي
ڪهان هوءِ هوءِ ڪريندا هئي ڪهان نعره مريندا هئي
ڪهان سوري چڙهيندا هئي الله جڳ لوڪ سارا هئي
ڪهان ڪر تا هي بيداري ڪهان ڪرتاهي لک زاري
ڪهان چلتاهي خماري الله جڳ لوڪ سارا هئي

ڪهان هئي جلوه سارا ڪهان سڪندر ڪهان دارا
ڪهان انا احمدي نعرا الله جڳ لوڪ سارا هئي
ڪهان اوئي پنڌ ڪي اولي لکين لک ٻوليان ٻولي
پڄي سڀ غير ڪي ٻولي الله جڳ لوڪ سارا هئي
ڪهان مست و موالي هئي ڪهان هر ڪس ڪا والي هئي
ڪهان سچو سوالي هئي الله جڳ لوڪ سارا هئي

عمر خيام هڪڙي رباعي چئي آهي تہ:

گرمن زمي مغانہ هستم هستم
ورڪافر و گبرو بت پرستم هستم
هر طائف بمن گمان دآ رند
من زان خود چنان هستم هستم

سچل سائين بہ ساڳئو دستور، هڪ ڪافيءَ ۾ سڻائي ٿو، تہ مون نسبت بہ پيو



ڪو ڪيئن چوي ڪو ڪيئن چوي
آءٌ جوئي آهيان سوئي آهيان.
ڪو ڪيئن چوي ڪو ڪيئن چوي آءٌ جوئي آهيان سوئي آهيان
ڪو پنڊت چوي ڪو سنت چوي ڪو باغ بهار بسنت چوي
ڪو ميراثي ڪلونت چوي آءٌ جوئي آهيان سوئي آهيان
ڪو مُلان چوي ڪو قاضي چوي ڪو مُفتي چوي ڪو غازي چوي
ڪو روزي دار نمازي چوي آءٌ جوئي آهيان سوئي آهيان
ڪو رد چوي ڪو بد چوي ڪو بيدينو بيحد چوي
ڪو مُشرڪ پِي ملحد چوي آءٌ جوئي آهيان سوئي آهيان
ڪو صورت ۾ انسان چوي ڪو شر پريو شيطان چوي

ڪو بزرگ ڪو مستان چوي آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان
ڪو سست ڪوئي سرمست چوي ڪو راهہ تي دين درست چوي
ڪو عاشق روز الست چوي آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان
ڪو زير زبر زنديق چوي ڪو راهہ ۾ رفيق چوي
ڪو غرقيءَ منجهہ عميق چوي آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان
ڪو رنگ ڪوئي بيرنگ چوي ڪو مست و مست ملنگ چوي
ڪو ننگي ڪوئي بي ننگ چوي آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان
ڪو حالي چوي ڪو قالي چوي ڪو خاص الخاص خيالي چوي
ڪو ازلي مست موالي چوي آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان
ڪو شڪ چوي ناحق چوي ڪو بات اها برحق چوي
مونکي مرشد عبدالحق چوي آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان
ڪو خاص چوي ڪو عام چوي ڪو پختو چوي ڪو خام چوي
ڪو سچو، سچو نام چوي آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان



شل هر ڪو اهڙي ڪامل ڪمائي، ڪمائي انهي اوج کي رسيءَ انهي در جي کي پهچي اهڙو دم هڻي! سچو موڪ آهي تہ اهو آهي، سچو چوتڪارو آهي تہ اهو آهي.

پھرين ڇاپي جو وچور

**سچل سرمست**

مصنف: چيتمل پرسرام گلراجاڻي

ڇاپو: ڇاپو پهريون-١٩٢٢ع
قيمت: پڪو جلد- هڪ رپيو چار آنا/ ڪچو جلد هڪ رپيو
ڇپائيندڙ: نئين سنڌي لائبريري، حيدرآباد سنڌ.
ڇپيندڙ: ڀارتواسي پريس، حيدرآباد

Printed by: Bharatwasi Press at the Hyderabad and published by:
Naeen Sindhi Library, Hyderabad Sindh.

# فهرست


| | |
|---|---|
| تولديا جنم | ٢ |
| اصل ۽ نسل | ۴ |
| ٻالپڻ ۽ جواني | ۵ |
| سچل فقير جو "تغير" | ۹ |
| مذهبي ڇنڊڇاڻ | ١٠ |
| منصور | ١۵ |
| سچل صوفي جا اصول | ١٩ |
| پاڻ سڃاڻڻ ۽ نفي اثبات | ١٩ |
| همه اوست | ٢٣ |
| طلسم | ٢٧ |
| ذات ۽ صفات | ٢٨ |
| پڇاڙيءَ جي زندگي | ٣٢ |
| سچل جو ڪلام ڀاڱو پهريون اسين آهيون ڇا؟ | ٣٩ |
| سچل جو ڪلام ڀاڱو ٻيو وحدت ۽ حيرت | ۵٠ |
| سچل جو ڪلام ڀاڱو ٽيون عاشق مڙس منصور | ۵٩ |
| سچل جو ڪلام ڀاڱو چوٿون مسڪيني ۽ بندگي | ٦٨ |
| سچل جو ڪلام ڀاڱو پنجون | ٧۴ |
| گفتا سچل جو ڪلام ڀاڱو ڇهون اردو ۽ سرائڪي غزل | ٧٩ |

# مهاڳ

هي ننڍڙو ڪتاب سڳوري شاعر سچل سائينءَ جو آهي. وڏي سڪ مان پڙهندڙن جي اڳيان ٿو رکان. آرزو اٿم ته هن ننڍڙي ڪتاب جي سڳنڌ وٺي، شائق سچل جي وڏي رسالي جي چمن ۾ گهڙڻ جي دل ڪندا. سچل شاعر جا ٻه رسالا مسٽر هريسنگ سکر واري جا ڇپايل آهن. اهي ڪتاب لٺو منجهه آهن ۽ ڪٿي ڪٿي پڙهڻ ۾ تڪليف ڏين ٿا. پر تڏهن به سنڌيءَ جي سڪ رکندڙ کي ضرور پڙهڻ گهرجن. اِهي رسالا محنت ڪري ميرزا علي قلي بيگ صاحب، ميرزا قليچ بيگ صاحب جي پاءُ، ڇپايا هئا. سچل شاعر جو ڪلام ديوان ليلا رام سنگهه وطڻ مل لعلوانيءَ به ڪٺو ڪيو هو، پر هن صاحب ميرزا علي قلي بيگ کي پنهنجو گڏ ڪيل ڪلام موڪليو. اسان سڀني کي انهن صاحبن جو شڪر گذار ٿيڻ گهرجي. منهنجي دلي خواهش آهي ته آءٌ سچل جو ڪلام ٺين ڇاپي ۾ صفا ۽ سٺي پني تي ڇپي پڌرو ڪريان، جنهن ڪري گهڻا ماڻهو ان جي پڙهڻ جو اهڙو شوق رکن جهڙو شاه لطيف جي پڙهڻ جو شوق اٿن، پر پئسا ڪي هزار خرچ ٿي ويندا. اميد اٿم ته ڪنهن جتي ستيءَ جي مدد سان پس پيش هي ڪم ٿي ويندو. منهنجي دوست مسٽر مولچند منگهومل واسواڻي محنت سان هن ڪتاب جا پروف وغيره ڏٺا آهن، ميرزا قليچ بيگ صاحب پڻ گهڻو وقت ڏيئي هي ڪتاب نظر مان ڪڍيو آهي، ۽ درستيون ڪيون اٿس ۽ ڪي معنائون پڻ ڏنيون اٿس. ڪيترين درستين جي اصل وڏي لٽي واري ڇاپيل رسالي ۾ ضرورت آهي. آءٌ ميرزا صاحب ۽ مسٽر مولچند جو بلڪل شڪر گذار آهيان.

شملو

١٠ آگسٽ ١٩٢٢ — جيٺمل پرسرام گلراجاڻي

# سچل سرمست

خيرپور جي رياست ۾ راڻي پور جي اسٽيشن کان ميل کن پري درازن جو ڳوٺ آهي. ڳوٺ جي ٻاهرن سچل فقير جو روضو آهي ۽ لاڳو ڪرڙن جو جهنگل آهي. درگاه سان گڏ سجاده نشين جهور فقير جي جهوني نموني واري اڏيل جڳهه آهي، جنهن سان باغ جو ٽڪر لاڳو آهي، پر ۾ هڪ کوهه وٽن جي هيٺ آهي. چوگرد جهڙيون تهڙيون جهوپڙيون اڏيل آهن. مطلب ته هڪڙا ڪرڙ، ٻيا ڪبڙ، جهوني زماني جي جاءِ ۽ ٻه چار جهوپڙيون ٻيو اچو نان ءُالله جو! خلقون ٿيون ماڻهن جون ميلي تي اچن، روز بروز ڳاٽا ۽ ٻيا درگاه جي زيارت ڪرڻ اچن ٿا، ۽ گهڻيئي ڪامورا ماڻهو پڻ ويندڙ آهن. روضي جي اندر سچل سائينءَ جي تربت آهي. تربت ڪا جيڏي تربت آهي! جڏهن نه ڪو شير ڪنڌ ڪڍيو ليٽيو پيو هجي، ٿڌين پيو پائنجي ته چڻ ڪو تربت جي ڏٺيءَ جو روح ٽنئين سر زنده آهي. نهايت گنڀير قدم سان زيارتي اندر اچيو سچل وٽ ڪنڌ نوائي دعائون پڻ ٿا. صديءَ کان مٿي انهيءَ ٽڪري تي طالبن جي ذڪر ۽ فڪر، روضي جي روحاني تهه ۾ اندر ڪا غفانا هي چڏي آهي، جتي ڪو ماڻ جو طالب پل تبي هٽي سگهي. سنڌ جي سڳوري لعل لطيف جي ڪلام جي لذت گهڻن ورتي آهي، چو ته شاه جو رسالو چڱي نموني، چڱي پني تي چٽو ڇپيل آهي، پر سچل جو ڪلام جو به لطيف جي رسالي جيڏو ٿي ٿيندو، سو پراڻي نموني، پراڻي لٿي جي ڇاپي ۾ انگڙن ونگڙن ۾، جهوني دفتر وانگر ڪنهن ايڪڙ ٻيڪڙ ڪتب فروش جي دڪان تي پيل

آهي. پر منجهس مال عجيب آهي.

چون ٿا تہ سچل جڏهين ٻالڪ هو، تڏهين سهڻو لعل لطيف بہ ڪو درازن ۾ آستان تي آيو. سچل ٻالڪن سان بيٺي راند رهي، شاهہ صاحب پڇيو تہ: "هي ڪنهنجو ٻالڪ آهي؟" چيائون: "درازن جي فقيرن جو ٻالڪ آهي." چيائين: "ابا مون جيڪو ديڳڙو چاڙهيو آهي، تنهن جو ڍڪڻ هيءُ لاهيندو". آهي بہ ائين. سچل جو ڪلام اهڙو زنده آهي، اهڙو سهڻو آهي ۽ اهڙو مستي ۾ آڻيندڙ آهي، جو ڇا چئجي. آءٌ هن جي عجيب شوق جي شربت جو فقط ڪو ذائقو وٺائي سگهندس، پر جي پانيون تہ ڳيتون پري دل من ٺاريون تہ اوهين سندس ساري ظاهر ڪلام ۾ پيهي ڪو مزو ماڻي ڏسو.

## تولد يا جنم

زماني جي دستور موجب عاشق جي حياتيءَ جو ذڪر ڪندي ضرور هن جي جنم جو ذڪر ڪرڻو پوندو آهي، پر سچل سائينءَ پنهنجي جنم جو ٺئينءَ ريت فيصلو اڳ ۾ ئي ڪري ڇڏيو آهي! چويٿو تہ مونکي نڪو ڪينهن ڄڻيو آهي، نڪو ڪنهن نپايو آهي.

اسان نان ڪنهين دي ڄائي هون
اسان نان ڪنهين دي نپائي هون

پڇيائونس تہ "فيقر، خبر ڪر، تڏهين هئين ڪٿي، ۽ هتي آئين ڪيئن؟"

چوڙ فلڪ زمين تي آيا
عرش ڪرسي وچ مئي نہ سمايا

چئي آءٌ آسمان کي ڇڏي زمين تي آيو آهيان! ڀلا سائين، آسمان کي ڪيئن ڇڏيو؟ چي آءٌ عرش ڪرسيءَ ۾ ويٺو هوس. پر اهو عرش بہ مونکي پورو ڪو نہ پيو، ۽ انهي ڪرسيءَ ۾ سمائجي ڪين سگهيس. تڏهين ٿو هتي ڏسن

۾ا چان، نه

مائي باپ نه ميرا ڪوئي

اٿان سچويل سڏائي هون

منهنجو نڪو آهي پيءُ، نڪا آهي ماءُ، اٿان (اتي) پل ۾ ٿو سچو جي نالي سان سڏجان.

انهي ڳالهه مان ته سنڌس هڪڙي گفتي مان سمجهڻ کي اهڃاڻ پهچندو ته هي ڪو بلڪل غيبي انسان آهي، سنڌس سارو ڪلام انهي ڳجهه جي اپٽار ۾ پريل آهي.

خير قصو ڪو تاهه سچل جو اصلو ڪو نالو عبدالوهاب▲ هو. پوءِ ڪيس سچيڏنو به سڏيندا هئا. عام ريت تخلص سچو يا سچل اٿس. چوڻ ۾ ٿو اچي ته هو ١٧٥٧ عيسويءَ ۾ ڄائو هو، ڪي ٿا چون ته ١٧٣٩ع ۾ ڄائو هو. سنڌس چالاڻو ١٨٢٩ع سال ۾ ٿيو. سنڌس مرڻ جي تاريخ جي پڪ آهي، مگر ڄم جي پڪ نه آهي. پر سمجهجي ائين ٿو ته ١٧٣٩ع ۾ ڄائو هو، ڇو ته بيدل فقير شاعر، جو به هڪ حيرت جي مورت ٿي گذريو آهي ۽ جو سچل فقير جو هڪ طالب هو، تنهن سچل تي ڪافي ناهي لکيو ته:

"پا نهنجي رائي پرين نوي ورهيه نروار هو"

چون ٿا ته سچل چوندو هو ته، عمر منهنجي ١٠٥ ورهيه آهي، پر ١٥ ورهيه اڳ ۾ سرڪار وٽ ويٺو اٿم. سنڌس والد جو نالو ميان صلاح الدين هو، ڏاڏهنس جو نالو عبدالوهاب هو، جنهن کي صاحبڏنو به سڏيندا هئا.

. ڏاڏي جو نالو مسلمان، پوٽي تي رکندا آهن. ان رسم مطابق سچل کي به عبدالوهاب جو نالو مليو.

---

▲ اصل نسخي ۾ هر هنڌ عبدالوهاب لکيل آهي

## اصل ۽ نسل

سچل جا وڏا ذات جا فاروقي هئا، يعني حضرت عمر جي آڪهه مان هئا. حضرت عمر "چئن يارن" مان هڪڙو هو، يعني حضرت عمر، پيغمبر صاحب جي چئن پهرين خليفن مان هڪڙو هو. هن کي فاروقي انهي ڪري چوندا هئا، جو هُو چڱي مَنَي ۽ راست دروغ جو فرق چڱو سمجهندو هو ۽ انصاف ڏيڻ جو عجيب هو. حضرت عمر جو پڙپوٽو شهاب الدين سنڌ ۾ محمد بن قاسم سان ۹۲ هجريءَ ۾ گڏجي آيو. عربن ديبل ۽ ڪيچ مڪران فتح ڪيو ۽ پوءِ "نيرن" يعني حيدرآباد سنڌ هٿ ڪيائون. حيدرآباد کي نيرن ڪوٽ چوندا هئا. محمد بن قاسم جڏهين موٽي ويو، تڏهين شهاب الدين کي سيوستان ( سيوهڻ جو ملڪ ) جو حاڪم ڪري ويو. انهي شهاب الدين جي ڪُل مان اسانجو سچل بہ آهي. شهاب الدين جي آڪهه ۾ ڪي صديون پوءِ ابو سيد ۽ بدرالدين ٿيا، جي سچا فقير هئا. اميري ڇڏي وڃي جهنگل ۾ فقيري اختيار ڪيائون، اتي ڏٽ ( جهنگ جو اُن ) تي گذر ڪندا هئا. تنهن وقت انهي زماني جو صوفي بهاءُ الدين پنجاب کان آيو، تنهن جي انهن فقيرن سان ملاقات ٿي. بهاءُالدين کي غوث بهاءُالدين ڪري سڏيندا آهن، جو هُو زماني جو هڪ ڪامل شخص هو. سنڌ ۾ هنن فقيرن کي ڏسي خوش ٿيو ۽ هنن کي "ڏوتين" جو نالو عطا ڪيائين، جو هو ڏٽ تي گذران ڪندا هئا. هاڻي ڏسڻ ۾ ايندو تہ سچل ۽ سچل جي وڏن ۾ اهو انگ فقيراڻو اباڻو ورثو هو. هن جي جيوت بہ پوري پوري انهن ڏوتي فقيرن جهڙي سادي هئي. هن جا وڏا اها فقيري اختيار ڪري ڪنهن زماني ۾ اچي درازن ۾ رهيا. سندس ڏاڏو ميان صاحبڏنو چڱي مورت هو، قابل ۽ پڙهيل شخص هو، هنکي محمد حافظ بہ انهي ڪري چوندا هئا. ميان صاحبڏني کي بہ پٽ هئا، وڏو پٽ

صلاح الدين ۽ ننڍو عبدالحق. گادي وڏي پٽ کي نہ ملي، پر ننڍي پٽ کي ملي، جو ننڍو پٽ فقيري ۽ جو وڏيک لائق سمجهيو ويو." چيائون گادي عبدالحق کي ٿي ملي، پر پٽ ميان صلاح الدين کي اهڙو پيدا ٿيندو جو سچو تارڪ (ويراڳي) ٿيندو ۽ زماني جو سرمست ٿيندو". سچل انهي ۽ صلاح الدين جو پٽ هو.

## ٻالپڻ ۽ جواني

سچل ننڍي هوندي کان غير رواجي ٻار هو. کيس آخوند عبدالله وٽ پاڙهڻ وهاريائون، جنهن آخوند جي قبر سبز سرن واري اڃا درگاهہ جي ميدان ۾ آهي. سچل علم چڱو پڙهيو. ٻين فقيرن لاءِ عام چوندا آهن تہ پڙهيائي ڪونہ هئا. شاهہ لاءِ بہ ائين چوندا آهن، پر ائين نہ آهي. جئين شاهہ لطيف علميت جو صاحب هو، تئين اسانجو سچو جنهن لاءِ شڪر آهي تہ ائين ڪونہ ٿو چوڻ ۾ اچي تہ هو پڙهيل ڪونہ هو، سو بہ نهايت هڪ عالم شخص هو. سندس شعر ڇهن ٻولين ۾ آهي. سنڌي، سرائڪي، اڙدو ۽ پارسي. پارسي ۾ سندس شعر جو ڪتاب مير علي مراد خان، جو سچل فقير جو طالب هو، تنهن ڇپائي پاڻ وٽ رکيو، جو اڃا بہ خيرپور جي خزاني ۾ موجود آهي، ۽ ڪڏهين ڪڏهين ڪنهن کان اهو ڪتاب جُڙي سگهندو آهي. اهو ڪتاب "ديوان آشڪارا" جي نالي سان سڏبو آهي، ڇاڪاڻ تہ سچل انهي شعر ۾ "آشڪارا" تخلص رکيو آهي. هو نہ رڳو پارسي ۾ گوهر هو، پر عربي ۾ جو بہ چڱو ڄاڻو هو. جئين شاهہ جو رسالو، عربي آيتن ۽ حديثن سان مڙهيل آهي، تئين خاص ڪري سہ حرفي يعني ٽيہ اکري ۾ سچل بہ حد ڪري ڇڪو آهي. هڪڙي هڪڙي بيت ۾ اسلام جي عربي آيت يا حديث، بيت ۾ مڙهيو هنجو راز کوليو ڏني. اهڙن بيتن جي هن جي ساري ڪلام ۾ اونهي جاچ ڪيل آهي. جنهن مان

ظاهر آهي ته فيلسوفيءَ جي پڪي ڄاڻ ۾ ماهر هو.

اڄ ننڍو سيان وڏو، سچل ننڍي ئي هوندي کان گوشه نشيني جي خواهش ڏيکاري. ان ٻاراڻي وهيءَ ۾ ئي ڪرڙن ۽ ڪبرن جي جهنگل ۾ گم ٿي ٿيندو هو. اڃا ٻالڪ هو ته سندس پيءُ ميان صلاح الدين وفات ڪري ويو. سچل تنهن وقت کان پنهنجي چاچي ميان عبدالحق وٽ رهيو، جو گادي نشين هو. عبدالحق کي سچل پنهنجو مرشد ڪري ميڄيندو هو، جنهن نسبت پاڻ ڪيترن هنڌ پنهنجي ڪلام ۾ چيو اٿس:

"هئي مرشد خواجه عبدالحق
نهي حق هئا، هئي حق الحق"

منهنجو مرشد خواجه عبدالحق آهي، هو عبد يعني ٻانهو نه آهي، پر خود حق آهي.

ائين نه سمجهڻ گهرجي ته انهي ڪري هو ٻئي ڪنهن کان ڪجهه نه سکيو! سندس ڪلام مان ظاهر آهي ته هن ٻين به فقيرن جي صحبت ڪئي. جئين شاهه صاحب جوڳين جا ٿو بيان ڪري، تئين سچل به ڪيترن هنڌ اهڙا بيان ٿو ڪري. ڪيس به ڪي نهايت جوڳ جي ڪمائي وارا شخص مليا ٿا ڏسجن، جن جي صحبت ڪئي اٿس، بلڪ جن تي عاشق ٿي هن تي ٻاٽي چئي اٿس.

هي صوفي صاحب نڪي خاص هندو آهن، نڪي خاص ملسمان آهن. هو ڪهڙي به ڌرم جي هر ڪنهن سچي سالڪ جا طالب ٿين ٿا. سچل جي ڪلام منجهه اهڙا ڪيترا گفتا آهن، جن ۾ هن بلڪ ڪرشن مهاراج ۽ ٻين جي مهما ڪئي آهي. هت ڪي سٽون ان بابت ڏجن ٿيون:-

"اهو جوڳي ڪلنگي والا، ڪهڙي ديسون آيا هئي
ڪيڏون آيا، ڪيڏون جاندا، رنگ ٻيوت رمايا هئي"

ٻئي هنڌ ٿو چوي:

" قلندر جوڳي ڪنسي توبين بجائي"

وري ٿو چوي "جوڳي زلفن وارو"

" ڪلنگي وارا يار، شال جيوين لک ٿيوين."

هڪ پيرسن هندو صوفي جنهن کي تجربو جهجهو آهي، تنهن جو مونکي چوڻ هو تہ سچل فقير "گورو گوبند سنگ" جو طالب هو. هن يار شايد اهي خيال "ڪلنگي وارا" وغيره لفظن تي ٿي ڀڏا. پر ائين نٿو چئي سگهجي، ڇاڪاڻ تہ ٻين هندن تي بہ هن "بين، مرليءَ، لالا موهن" تي راڳ ڇيا آهن، تنهنڪري ڪو وري ائين چوندو تہ سچل فقير شري ڪرشن جو پوڄاري هو ! منهنجو رايو آهي تہ هي صوفي صاحب سيني سچن سالڪن کي ميحن ٿا. هو پنهنجي اندروني چاڻ سان سمجهن ٿا تہ "ڪامل مرشد"، "قطب"، " امت جو آخوند"، "عالم جو استاد" مڙيوئي هڪڙو آهي؛ رڳو ڪيترا ويس ٿو وٺي. ٻاهرئين مذهب ۾ جدايون آهن، مگر اندرئين مذهب ۾ جدايون ڪونہ آهن. پر انهي ۾ بہ شڪ ڪونہ آهي تہ سچل فقير تي سک گرن جو گهڻو اثر هو، ڇاڪاڻ تہ سچل فقير پنهنجي مشهور مريد "يوسف" فقير کي پاڻ "نانڪ يوسف" جو نالو ڏنو، جنهن سائين لوڪ جي ڪهاڻي بہ عجيب آهي. هتي منهنجو مطلب ڏيکارڻ جو اهو آهي تہ سچل فقير جدا جدا هندان سکيا وٺڻ کان ڪين ٿي ڊنو.

هن پنهنجي جواني بہ فقيريءَ ۾ گذاري. شادي ڪرڻ تي بہ مرضي ڪانہ هيس، پر سندس چاچيءَ مرشد ميان عبدالحق کيس زور ڪري پنهنجي ڌيءَ سان شادي ڪرائي. پٽ هڪڙو ڄائس، پر اهو ننڍڙيئي وري آيس. تنهن کان پوءِ ميان سچل کي ٻار ڪونہ ٿيو. سچل کي ڇڄي ٿي "تارڪ" ٿو يعني اهو شخص جنهن ترڪ ڪيو آهي. هن جي جيوت ۾ ڪو بہ نفس جو نشان نہ آهي. هن ساري عمر پاڻ سڪايو، ڪڏهين بہ شڪار ڪونہ ڪيائين، نڪي

ٻڌ جي ٿو تہ گوشت نہ ورتايائين. اوائل ۾ شروع ڏيندا هئس، پر پوءِ اهو بہ
ڇڏي ڏنائين. ڪڏهين نشو بہ ڪين ورتائين، تنهن هوندي بہ هن جون اکيون
نشي ۾ پريل هونديون هيون ۽ پاڻ ٿو چوي تہ: "پينگ ڀوڙي دا اهو نشانا هين"
يعني پينگ جي ڀوتيءَ جو اهو نشو نہ آهي. اها "لعلائي لعل" جي آهي، نہ تہ ڪو
ٻاهرئين شراب مان پيدا ٿيل آهي. ننڍپڻ هوندي هن سادگيءَ جي رهت
ورتي. مٿي ۾ ٽوپيءَ ۽ بت تي چولوءَ ۽ گوڏن تائين پردني پهريندو هو. سادي
مانيءَ جو ٽڪرو مرچن پٺي ڏڏ ۾ ٻوڙي کائيندو هو، ٻيو مڙيوئي خير. جئين
ولي شاعر ٿو چوي:-

"همن ڪو خشڪ روٽي بس، ڪمر ڪو يڪ لنگوٽي بس،

سري پر ايڪ ٽوپي بس، همن ڪو لذتان ڪيا ڙي!"

اسانجو سچل بہ انهن سچن صوفين مان هو، جن پنهنجي نفس کي ماريو ۽
پنهنجي روح کي اٿايو. هي جو اڄ ڪلهہ ڪيترا ماڻهو صوفي نام سڏائي
سمجهن ٿا تہ نفس کي روڪڻ جي ضرورت نہ آهيءَ پانئين ٿا تہ:

"شرابي خوب پيتا جا، ڪبابي خوب کاتا جا"

انهن کي سچل جي زندگيءَ مان سبق وٺڻ گهرجي، جو تہ شاهہ ٿو چوي تہ:

" گندي ۽ گراهہ جنين سنياسين سانديو

انهين ڪون الله، ايا اڳاهون ٿيو."

سچل فقير ڪيترا چاليها رکيا، جن ۾ جَون جي مُٺ تي گذر ڪندو هو.
البت انهي جو مطلب اهو نہ آهي، تہ ڪو پنهنجي بُت کي اجائي تڪليف
ڏجي. هي صوفي فقير پنهنجي بدن کي پاڻ تي غالب پوڻ نہ ڏيندا آهن، پر هن
جو مطلب اهو نہ ٿيندو آهي تہ ڪو سرير کي ڏک ڏجي. پهريات ۾ واڳن
چنائي ويل من کي هٽ ڪرڻ لاءِ، ۽ لذتن ۾ رهيل بدن کي تابع ڪرڻ لاءِ،
ڪجهہ مڙوئي انهن کي ڪسرت ڪرائيندا آهن. هو پنهنجي بدن کي روح جو

چمن سمجهندا آهن، ۽ چوندا آهن

" گل ڦل باغ بدن ۾."

پئي هنڌ سچل چوي ٿو:-

"تصديع تون چو ٿو ڏئين محبوب جي محلات کي"

هن جو چوڻ آهي ته هي بدن به محبوب جو محلات آهي، تنهن کي تون چو ٿو تڪليف ڏين. انهيءَ مان سمجهي سگهبو ته صوفين جو متو کهڙو نه سندر آهي. جئين گوتم ٻڌ ٿو چوي ته: "ستار کي نکي جهڪو هلاءِ، نکي تکو هلاءِ." تئين هن جو به چوڻ آهي ته بدن کي نه لذت ڏي، نکي ذلت ڏي، پر پورو پورو هلائينس ته توکي خبر پئجي ويجي. " بنگلا عجب بنيا درويش، جس ۾ نارائڻ ٻولي."

اسان جو سچل انهن اعليٰ انسانن مان هو، جن جي رهڻي سادي هئي. مگر وٽن روح جي شادي هئي. ننڊيئي هوندي کان هن يار کي ڪا مستي لڳل هئي، جئين پاڻ ٿو چوي:

" جنهن دل پُر ڪر پيتا مني دا جام

سا دل مستو مست مدام."

## سچل فقير جو "تغير"

سچل فقير ايا جواني ءَ ۾ آيو هو، تڏهين سندس مرشد پير عبدالحق ڪمائي وارو هو. گهر ساڳئي جا ياتي هئا. "درازا" جو انهن فقيرن جو گهر آهي، سو هينئر به خيرپور رياست ۾ آهي. تنهن وقت، حيدرآباد شهر جو هڪ عامل رياست ۾ مختيار ڪار هو، سو ڪنهن اڙيءَ ۾ ڦاسي ويو، ۽ ميرن وٽ باند ٿيو. حيدرآباد جي عاملن جي صوفي فقيرن سان صحبت صدين کان هلندي اچي. مختيار ڪار جي مائٽن فقير کي چوائي موڪليو ته مڙس اسانجو اسان

ڪي وٺي ڏي. فقير مست هو، ۽ حيدرآباد وارن عاملن سان دل هيس، ۽ ميرن وٽ بہ هلندي هيس. پر فقيرن جي بيپرواهي ۽ مستي حاڪمن کي ڪڏهن ڪڏهن هلاڪ بہ ڪندي هئي. سائين عبدالحق، سچل کي سڏائي چيو" ابا، وڃ خيرپور جي ميرن وٽ، ڪُتن، باز جهٽي بند ڪيو آهي، ويجي تن کان ڪڍائي اچ." سچل کي پنهنجو ڪلاه ڏنائين، جو هو پهري روانو ٿيو. جوان عشق جي موهہ ۾ هو. پنهنجي استاد جو وچن ميجي آيو ميرن جي محل ۾. ميرن هُن جي چڱي آجيان ڪئي. ڪين خبر پيئي هئي تہ هي ڇا جي لاءِ وٽن آيو آهي. سچل کي وٺي آيا اسلح خانو ڏيکارڻ. سچل کي سامان ڏيکاريندي چوڻ لڳا تہ: "سائين، هنن هٿيارن سان شينهن جو شڪار ڪبو آهي". ائين ٿو چوڻ ۾ اچي تہ سچل هنن ڏانهن نهاري هنن کي چوڻ لڳو "هان ! شينهن جو شڪار ڪندا آهيو !" هن جا اهي لفظ چوڻ تہ ڏيکاريندڙ رڙ ڪري اُٿي پيا. پڇيائون:" ڪريو خبر، ڇا آهي؟" چي: سچل فقير ويٺي ويٺي اسان سان ڳالهائيندي گم ٿي ويو، ۽ سندس جاءِ تي ڪرڙو شينهن ڏسڻ ۾ آيو ۽ اسان ڀڄي آيا سين."

وري ويجي اندر ڏسن تہ سچل فقير ويٺو آهي، شينهن تہ آهيئي ڪونہ ! اتي سچل چين: " تہ ابا، هنن هٿيارن سان شڪار شينهن جو ڪندا آهيو ! ويچارا هن جي قدمن تي ڪري پيا. فقير چين" تہ پير صاحب جو چيو ميجي قيد ڪيل مختيارڪارکي وٺي اچو". ويچارن نہ پهہ حڪم جي تعميل ڪئي. هن واقعي جي "پوڳ" مو جب سمجهاڻي ڏيئي سگهجي ٿي.

## مذهبي چٽاپيٽي

سچل فقير ننڍي ئي هوندي کان بي مذهبي (Secular) هو. انهي ڪري سائس مُلن جي ڪين پيئي. هن جي دل ۾ جيڪا هئي روحاني، تنهن چقمق

جيان گهڻا ڇڪيا. بلڪ ڀين پيرن جا طالب بہ اچي سچل وٽ سلامي ٿيا. هالن جي مخدوم جو هڪ مريد قربان علي بہ اچي سچل وٽ ويٺو، جنهن ڳالھ مخدوم کي رنج ڪيو. مخدومن وٽ حڪمرانيءَ جو زور هوءَ انهن وٽ ميري بہ هئي، پيري بہ هئي، ميان سچل بہ هو پالڪو حاڪماڻي نسل مان، پر هن ميري پيري ترڪ ڪري فقيري اختيار ڪئي هئي. زماني جي تواريخ مان عالم آشڪار آهي تہ فقيرن سان ميرن ۽ پيرن جي ڪانہ پوندي آهي، ڇو تہ فقير شريعت جا پائبند نہ آهن. ڪهڙن جي شهر جو مخدوم بہ، ميان سچل سان انهي ڪري ناساز رهيو. مخدوم هندن کي مسلمان ڪندا هئا، مگر هنن فقيرن وٽ تہ نڪا هئي هند ڪي، نڪا مسلمانڪي، تنهنڪري ضروري ڇتا ڀيٽي هلي.

مخدومن جي ناسازي سچل فقير سان ٿي هئي، تنهنجي واقفيت سندس بيتن مان معلوم آهي:

شيخي ۽ مخدومي ڏونهين، اي تا ساري لڳي
اها جماعت جور والي، سا ويک برھ ڪنون ڀڳي

چوي ٿو تہ جيڪا بہ جماعت زور زبردستي ٿي هلائي، سا عشق کان پري آهي، ۽ عاشق فقيرن جي جماعت "جور" (زور ظلم) جي نہ آهي، مگر نياز جي آهي.

"مخدومي مجذوبي ڪڏهان گڏ نہ ٿيؤن"
عشق عقل دي راھ نرالي، هڪ ٻئي ڪونہ مَنيسن."

مجذوبي لفظ جذبي مان آهي يعني تہ جذبي وارا، عشق وارا.

اهڙي قسم جا بيت سچل جا گهڻا آهن، جن ۾ هن جي مُلن سان ڇتا ڀيٽي ثابت آهي. اها ڳالھ سيا ويڪ هئي، ڇو تہ هن يار جا خيال هٿا ئي اُبتا، سي ماڻهن کي ڪين وڻيا. ائين نہ آهي تہ ڪو سچل ڪٿي بہ بي ادب آهي، هُن جو

عشق پيغمبر صاحب ۽ امامن سان از حد آهي، پر هي صوفي قرآن شريف جي اندرئين "فهم" کي ٿا ولن. بلڪ شريعت سان بہ بي ادبي ڪانہ ٿا ڪن، مگر جڏهين هُو ڪنهن پنڌ تي اچن ٿا، تڏهين پابندي ڪانہ ٿا ڪن. شريعت جو ادب سندس هيٺئين گفتي مان ظاهر آهي:

"پنج ئي وقت نماز پڙهہ، تون سر نوائي چؤ ڪلام"

جئين شاه لطيف پڻ چيو آهي:

"پنجن سان پورو رهہ، آيا تيهہ (روزا) مَ ٽار"

پر جئين شاه چيو تہ: "هو ڪو بيو فهم جنهن سان پسڻ پرين ۽ جو." تئين سچل بہ اندرئين فهم جي لحاظ کان ڪيترن هنڌ ٻاهرئين مذهب کي ڪين ميڃيو آهي. انهن وقتن تي هو بلڪل چؤ هو ٿو وڃي ۽ ڪا پرواه ڪانہ ٿو رکي. انهي ۽ وقت هي فقير ڪنهن اهڙي ۽ مستي ۽ ۾ غرق ٿي وڃن، جو شريعت جي ڪلئي ڪانہ رهين.

(۱) "مذهب مور نہ ميڃان،
آءَ مشرب منجهہ مدام."

(۲) "عشق لڳيئي تا، ڪر آمين،
نا منجهہ ڪفر نا منجهہ دين."

چوي ٿو تہ: هتي ڪفر ۽ دين جي ڳالہ نہ آهي. هتي ڳالہ عشق جي آهي.

"ڏسو عشق جو حساب، سيئي مذهب ڪيائين معاف.
سچو انهي ڳالہ ۾ خس نہ آهہ خلاف"

سچل کي هندو ۽ مومن سڀ هڪ هئا. چوي ٿو تہ: سڀ هڪ الف يعني الله مان پيدا ٿيا آهن، ۽ هي "هل هنگامو" يعني جهان بہ اتان آيو.

---

مشرب=مذهب، خس=ترجيترو

الف مون آدم ٿيو، ڪري هنگاما هل
هندو مومن سو ٿيو، پول نہ پئي ڪنهن پل
"خلق الاشياء، فهمو عينها" ايهو آڻ عمل
ٿج گلابي گل، مرمار ينيٺي منصور جيان.

چوي ٿو سچل، فقط انهيءَ گفتي تي عمل آڻ تہ هي خلق مڙيائي نور الله جو آهي، پوءِ ڇا جا هندو، ڇا جا مسلمان ! جي ائين سمجهندين، تہ تون "گل گلابي" ٿيندين البت انهي ڪري منصور وانگر مارجي ويندين تہ بہ فڪر نہ ڪج. اهڙي طرح هن يار جا گفتا نهايت دل کي اٿاريندڙ آهن.

" دين ڪفر، اسلام مذاهب، اول ڇڏڻ درڪار"

جئين شاهہ بہ چيو آهي:-

" نڪو ڪم ڪفار سين، نڪا مسلماني منِ"

انهن سندس گفتن مُلن ۾ گهڻو رولو وڌو. پيو تہ هي يار هو صوفي جنهن دم هنيو "منصوري" تنهن کي مُلا چوڻ لڳا تہ تون اهو ڪفر ٿو بڪين، ڪتابن جي بر خلاف ٿو وڃين. تن کي جواب ڏنائين:-

" قاضي ساڙ ڪتابان ڪون، هُڻِ مرشد ايوين فرمايا
آپ سڃاڻ تہ تون ڪي آهين، عرف نفسہ پُرجهايا."
سچو راهہ ڪفر دي سانون، مرشد آپ بتايا."

اي قاضي صاحب، مون کي مرشد پاڻ اها "ڪفر" جي راهہ ڏسائي آهي، ۽ قرآن شريف جو سچو اصول "عرف نفسہ" يعني "پاڻ سڃاڻ" تہ "رب سڃاڻين" وارو رستو بہ اُن ڏسايو آهي ! سو پهرين آءٌ تہ مذهب مان ڪين ڄاڻان. چوڻ لڳو:-

"اوهي ڪم ڪريجي، جس وچ الله آپ بڻيجي،
دين ڪفر اسلام ۾ عاشق ڪڏهان نہ اڙيجي."

اهڙن سندس گفتن مُلن صاحبن کي گهڻو ڇيڙيو. چون ٿا تہ تن ڏينهن ۾

رياست جا مير اهڙا تعصبي ڪين هئا، نہ تہ سچو بہ منصور وانگي سر ڏئي ها.
جڏهن تي ملان متس چڙيا، تڏهن تي هن يارو ڏيک چيڙين. چيائين:-

"جان جان، مسجد، منبر مناري، نهين سي ويران ٿيون
تان تان راه قلندر والا، حاصل ڪڏهان نہ ٿيون"

جيسين تائين پاهريون مسجدون، منبر ۽ منارا ويران نہ ٿيندا، تيسين قلندر جي راه حاصل ڪڏهين ڪين ٿيندي."

پڙهندڙ ڏسندا تہ ڪيڏي نہ بيحد بيپرواهيءَ جي خيالي هن ۾ موجود آهي.
مُلن تي چٿرون بہ ڏاڍيون ڪيو اٿس:-

(۳) ملان تہ ڪارڻ مانهن، ميان ختما پڙهن تا خاصا
هلي اچن تا ڪُنِ تي، ميان هٽ ۾ ڪيون عاصا
چڙهي ويهن تا مانهن تي، ميان ڪُکيون پرين تا پاسا
مُلان چون تا، ڪين ڪنيونتا، ڪائي وحن تا ڪاسا
سچو سچ چوي ٿو ظاهر، بُـنيون گهمن تا باسا

(۴) مسجد ديوچ ڪاڻ تـُڪر دي، ڏيون بانگ صلواتان
منهن چهي ڏاڙهي ڏنگي، خام پڙهن خلواتان
عالم ليکي روزي رکندي، نت ڪاوڻ ديان آفاتان
سچو راه نہ اها سچ دي، بره واليان بيا باتيان

نہ سمجهڻ گهرجي تہ هو ڪو سيني تي ٿو ڪاه ڪري، مُلاءِ پاڻ بہ جيڪي سچي شريعت جي ايمان سان پابندي تا ڪن، سي عزت جا لائق آهن. هي فقير فقط هنن جي "اندر هڪڙي باهر بي" واري ڪار ڪي ٿا نندين.

---

ختما = فوتيءَ لاءِ قران شريف مان پڙهڻ. عاصا = عصا = لٺيون. ڪاسا = خرار جي سٽين پٽي، انبار. باسا = منهن ڪارا صلواتان = دعائون. خام = ڪچا. خلواتان = لڪي لڪي. آفاتان = مصيبت. حلاج = پيڃارو.

## منصور

سچل جي ڀاڱي ۾ "منصور" جون ڳالهيون بلڪل گهڻيون ٿيون آهن. مطلب ته منصور هن جو "آدرش" آهي. منصور جي آڪاڻي به حيرت واري آهي. منصور حلاج بلڪل آزاد خيال صوفي هو. هو ان وقت ۾ پيدا ٿيو، جڏهن شريعتي پابندي بلڪل گهڻي هئي، هي يار دم هڻندو هو "انا الحق" جو يعني ته "آءٌ حق آهيان". حق نالو ساڳيو آهي، جنهن کي ويدانتي "ست" ٿا چون. يعني هو چوندو هو ته آءٌ ست وستو آهيان. جيئن شري شنڪر آچاريه جو چوڻ آهي ته آءٌ ست جت آنند آهيان، تيئن هن به ٿي چيو ته آءٌ حق آهيان. جيئن شنڪر آچاريه چيو ته " شو وهم "آءٌ شو (پرم آنند) آهيان، تيئن منصور به چيو " انا الحق"آءٌ حق آهيان. اهو گفتو صوفي قرآن جي اندرين اُصولن تي پڌرنداآهن. حديثن ۾ ته صفا آهن "انا عرب بلاعين" "انا احمد بلاميم "آءٌ عرب آهيان ع کان سواءِ يعني "رب"، آءٌ احمد آهيان م کان سواءِ يعني "احد". قصو ڪوتاهه منصور جي وقت ۾ تنگ خيالي ۽ ظلم وڌيڪ هئا، انهي ڪري هن کي مُلن گهڻو ستايو، ۽ آخر هنجي چمڙي لاهرائي. عاشق شاعر اسانجو سچل هن جي زندگي ءَ تي خيال ڪندي خوب هن جي گڻن جو بيان ٿو ڪري. چوي ٿو ته؛ منصور ڪهڙو نه مڙس هو ! سچ چئي ڏنائين، مصيبت ۽ موت جي پرواهه ڪانه رکيائين.

" سچ ٿا مرد چون ڪنهنکي وٺي نه وٺي،
ڪوڙيءَ دوستيءَ جو دم ٻٽي نه ٻٽي."

باقي اي سچل، تون متان ڪو ساراهه جو خيال ڪري سچ کان گُسين، چو ته عاشقن هميشه اهڙا ڪم ڪيا آهن، جن مٿن ملامتون آنديون آهن، نه تعريف آندي آهي. خوب جوش ۾ سچل بي نظير گفتا هن باري ۾ ٿو ڪڍي-

(۱) " ڪم نه سو عاشق ڪرين جنهن ۾ تنهنجي تعريف ٿئي
ڪڻ ملامت ڪا مٿي، مڙ ڏيہ تو طعنا ڏئي.

(۲) " مڙس ٿي منصور ڇو نہ تہ ڪيہ ڇو منصور آهَ
منصور جي منزل اٿي ڏاڍا ٿما ڇا تهمتان."

اي سچل "سالڪ سڪ نہ سمهنا، گوندر ڏي ڪن گوش." عاشقن جو ڪم آهي هميشہ سر ڏيڻ لاءِ تيار رهڻ، ڇو تہ دنيا جا ماڻهو هنن جا اوچا آدرش سمجهي نٿا سگهن ۽ هو عاشق بہ ڪين سچ چوڻ کان رهي نہ ٿا سگهن. اهو قاعدو ڪهنو آهي. پر حلاد ۽ اسرافيل کي باهہ ۾ ساڙيائون، منصور ۽ عيسيٰ کي سوريءَ تي چاڙهيائون. شاهہ عنايت جو سر وڍيائون. اهڙيءَ طرح هر زماني، هر جاءِ سائين جي طالبن تڪليفون سٺيون آهن. سچل ٿو چوي تہ هو موت ڏسندي بہ پنهنجيءَ تي ٿا بيهن ۽ موت جي، منهن ۾ ٿا وجهن. هو بيوس آهن، ڪنهن اندرين ۽ چڪ جي چوهہ ۾ ٿا وهن." حسن مرائيہ حسين مرائيءَ ڏيئي جيءَ جفا"

" وس نہ هو حلاج جو، ڪوئي محبتي مخمور هو
سِر نہ جي سُوريءَ ڏنائين، قرب ۾ ڪو قصور هو"

تنهنڪري اي عاشق، شهادت ڪر قبول. " اس بازي ۾ سربازي هئي، سر ڏيوڻ سرافرازي هئي."

انهي سر ڏيڻ ۾ هنن کي وڏي خوشي آهي، نہ ڪو غم آهي. اهي منصور ۽ حسن حسين جا مثال وٺيو سچل بيخود ٿيو وڃي ۽ انهيءَ وقت سندس هاٿي حيرت جهڙي ٿيو ٿي پوي،

---

ٿما ڇا = ڇماڪون. شهادت = ڪسڻ. سرافرازي = وڏائي.

(١) محبت عشق موليٰ جي، گهٽا سي گهوٽ گهايا هئا
هزارن ساه سانول تون، ڪئين گهوري گهمايا هئا
مٿا ميخاني تي مستن، وتيءَ جي وٽ وڍايا هئا.

(٢) جي هجين عاشق ته بر سر مينهن محبت جو وساءِ،
ساه جو سانگو ڪرين تان، پيرهن پڙ ۾ نه پاءِ.

اهي ڳالهيون ڪنديءَ سچل پنهنجي ڪلام ۾ هڪ بي نظير راڳ ڇيو آهي، جنهن جي خوبي راڳ اندر گهڙڻ سان معلوم ٿيندي. چوي ٿو ته: هڪ ڏينهن آءٌ بازار ۾ ويس ته اتي مون هڪ عجيب نظارو ڏٺو. طفلن يعني ٻارن جي هٿ بلبل هئي. انهي بلبل کي ڌاڳي سان "محڪم" پڪو ٻڌي ڇڏيو هئائون. بلبل ويچاري پئي تڙڦي. آءٌ هن بلبل وٽ ويس ۽ وڃي هن کان حال پڇيم ته: "اي بلبل، تو کي ڪهڙي پيئي جو "چمن هزارو" گلشن گلزاري ڇڏي، تون هن جاءِ ۾ اچي پئين؟" تڏهين" هس هس" کلي کلي مونکي چيائين ته: "اڙي تو کي خبر نه آهي! جنهن به عشق جو دم ماريو آهي، ان جي ڳچيءَ ۾ "ڳاڙهي" يعني ڦاهي پيئي آهي. جيڪو به عاشق ٿيو آهي، تنهنکي ئي منهنجي حال جي معلوميت آهي. سچل ٿو چوي ته هي سر ۽ جان سڄڻ تان صدقي آهي. اي سچو، هي سارو سر پرينءَ مٿا قربان آهي.

" ايک دن بازار ۾ ديکا عجب نظارا
طفلون کي هاٿ ۾ اڙي بلبل هئا بيچارا،
ڪربال رشتا سيتي اُسني کيا ٿا محڪم
تڙڦن سين ونه چوٽي ڪرتي هئي لک پڪارا
هم حال اُسکا پوچا که بلبلا همن سون،

---

وٽ=واٽو.

کس جاءِ آءِ پري هين، ڇوڙيءِ چمن هزارا
هس هس همن سون گويا، هويا هئي تجهه خبر نهين
عاشق جو ڪوئي هوتا هئي جاني حال اوهي همارا
دم عشق جس ني ماريا، اُس ڳلي پڙي هي ڳاڙهي،
سرجان صدقي سجن پر، سچو سرير سارا.

کهڙي عجيب گفتار ٿو ڪري! وچ اندر کو تيندو ته هڪ هڪ گفتي مان روحاني هير پيئي اچي. اهڙي مستيءَ جو سچل شاعر آهي. چون ٿا ته جڏهين هو انهي مستيءَ ۾ اچي شعر ۽ راڳ چوندو هو ته هنجي مٿي جا وار سنوان ٿي بيهندا هئا ۽ هو بي خود ٿي ويندو هو. ڪڏهين هنجي اکين مان ڳوڙهن جون واهيون وهنديون هيون، ته ڪڏهين هو گد گد ٿي خوشي ۾ ايندو هو ۽ نچندو هو. سڀ ساز طبلا تنبورا وغيره جاري هوندا هئا، ۽ ٻاهريون آوازا ساز جو ۽ سرهنجي روح جي راز جو، ٻئي پاڻ ۾ ملي ويندا هئا. اهڙيءَ ريت هن شاعر سائينءَ جي پياري بي حد ٻاٽي چئي، جاهن جا منشي ويندا هئا لکندا. منهنجي به مرضي آهي ته آءٌ هن جي ڪن عمدن گفتن کان پڙهندڙ کي واقف ڪريان ته کيس معلوم ٿئي ته ڪهڙا نه سنڌڙيءَ ۾ حيرت وان سهڻا شاعر ٿي ويا آهن. شاه البت سيني شاعرن جو تاج آهي، پر گهٽ سچل ۾ به ڪانه آهي. جي شاه لطيف اونهو آهي ته سچل اوچو آهي، جي شاه ٽوٻي وانگر اندر جي مهراڻ ۾ ٽٻيون هڻي موتي ٿو آڻي، ته هي سچل عرش مٿي آڪاس ۾ سج ۽ تارن جي روشنيءَ جا چمڪاٽ ٿو ڏئي، بلڪ ڪرڻ جي پار به روشني ٿو ڏسي.

" اس چشم موري ائسا اسرار ديکا ٿا،
بچ ابر کي آفتاب کا انوار ديکا ٿا."

---

ڪربال=پيحڻ.هتي ڪوڙڪو=رشته=ڏاڳو. گويا=چيو.

## سچل صوفيءَ جا اصول

صوفين جا اصول گھڻو ڪري ساڳيا آهن، تنهن ڪري سچل صوفيءَ جي اُصولن جي باريڪ بيان ڪرڻ ۾ وڏو پستڪ لکجي ويندو. منهنجي اها خواهش نہ آهي تہ، ڪو آءٌ هن ڪتاب کي وڏو ڪري ڇڏيان، مگر مراد منهنجي اها آهي تہ سچل جا چيدا سونهن پريا گفتا ائين مڙهيان جو پڙهندڙ لالچجي وڃي ڪتاب پڙهڻ جو خواهان ٿئي، تنهنڪري انهي خيال کان هن جي اصُولن جو ٿوري ۾ بيان ڪندس.

## پاڻ سڃاڻڻ ءِ "نفي اثبات"

صوفين جو اول اصول آهي تہ "پاڻ سڃاڻ". انهي واٽ ۾ هن کي وڏو جهد ڪرڻو ٿو پوي. اندر تہي هٿڻ ڪا سولي ڪانہ آهي، هتي نفس سان لڙائي آهي. انهي لڙائيءَ کي قرآن شريف "جهاد اڪبر" ٿو ڪوٺي. نہ رڳو نفس سان لڙائي، پر اڳيان کي لاهڻ لاءِ جيڪا دماغي لڙائي تي ڪرڻي پوي سا بہ گهٽ نہ آهي، شڪ شبهاءِ موڄهمن جي مان لنگهڻو ٿو پوي.

" شڪ جيها اور ڪوئي آزار نهين."

سچل ٿو چوي:-

" شڪ شبها سڀئي لاٿم، پاڻ سڃاڻڻ ساڻ يقين."

دوست جي ڪل ڪئن پوي؟" پاڻ منجهون ڪل پيئي دوست جي وو ميان مونکي." اي سچل، ٻاهرين واٽ جيڪا عام ريت ونڻ ۾ اچي ٿي، جتي ڪن کي بچڙو ٿو سمجهڻ ۾ اچي، ڪن کي چڱو ٿو سڏڻ ۾ اچي، تنهن واٽ مان ڪل نہ پوندي." اهي رڳو نيڪيءَ گناه جون پيا ڳالهيون ڪن.

"منجهون نيڪي ۽ گناهه، پوندي ڪل نہ سندي الله
ري پروڙڻ پانهنجي، ہي راست نہ آهي راهه."

پاڻ پروڙڻ ۾ سچل پاڻ سان راند ٿو ڪري. پڇي ٿو تہ پاڻ ڪان "مان ڇا آهيان؟ ٻاهر ڏسڻ ۾ تہ رڳو بت ٿو اچي." پڇي ٿو تہ مان بت آهيان ڇا؟ چڱيءَ طرح سمجهي ٿو تہ مان بت تہ نہ آهيان. بت جا وار لهن ٿا، ننهن لهن ٿا، بت مان رت نڪري ٿو، پاڻي نڪري ٿو، پر آءٌ نڪي وار آهيان، نڪي ننهن آهيان، نڪي رت آهيان.

"آهيان هڏ نہ پير، چئو تہ آهيان ڪير"

سچل ٿو چوي تہ هي بت فقط جامون آهي

"شخص ڪو جامو ڪري، جامو نہ نالو سو سڏاءِ"

ماڻهو ڪو جامو پهريندو آهي، تہ ائين ڪونہ چوندو آهي تہ منهنجو نالو فلاڻو آهي، تئين بدن بہ هڪ جامو آهي، تنهنڪري انهي بدن کي ڪين چئبو تہ اهو آءٌ آهيان. گيتا ٿي چوي:

"جيئن ڪپڙا پراڻا لاهي نوان پائي ٿو هيءَ
تيئن سرير پراڻا لاهي، نوان پهري ٿو جيءَ"

پلا سچل، جيڪڏهين تون جامو نہ آهين، تڏهين ٻڌاءِ تہ ڇا آهين؟ ڏسڻ ۾ تہ رڳو جامو ٿو اچي. جيڪي تون آهين سو تہ ڏسڻ ۾ نٿو اچي؟ انهي حيرانيءَ ۾ صوفي گذاري ٿو: جيڪي پاڻ نہ آهي (يعني بت) سو ڏسي ٿو، پر جيڪي آهي (يعني آتما) تنهن کي تہ ڏسي نٿو سگهي. انهي مونجهہ ۾ گهڻو ٿو مُنجهي. اهڙي ارمان ۾ سچل نهايت روئي ٿو:

"اسين آهيون ڇا، اسين آهيون ڇا،
ہيلي نٿا ڄاڻو، ڇا اسين آهيون ؟"

"سچو نانءُ ٿو سڏائين، چؤ تہ ڪاٿي تون آهين؟" انهيءَ ڳالهہ جي پر جهڻ

لاءِ ڪتابي بيان ڪين ٿي سگهندو، صوفي کي رفتہ رفتہ قدم ٿا ڪڻا پون،
تڏهن وري من کي ٿو وڻي. ڇي آءٌ تڏهين من آهيان؟ گهڻو انهي ڳالهہ پلجي ٿو
چوي ٿو:

" مئي تان ڪوئي خيال آهيان."

پر خيال بہ پيا ڦرن گهرن. ڪڏهين خوشيءَ جو خيال، ڪڏهن روئڻ جو
خيال، هڪڙو پيو وڃي تہ ٻيو پيو اچي. تڏهين آءٌ تہ اهو خيال بہ نہ آهيان، جو
تبديل حالت ۾ آءٌ آهيان.

" ذري آ رام آهي هن دل کي،
ذري وهايون نيڻين واهيون،
ذري باران برساتيون لاتيون،
ذري ٻرن ٽيون وڏيون باهيون."
ٻيلي نہ ٿا ڄاڻون، ڇا اسين آهيون.

پڇي ٿو تڏهين:

" شيءِ آهيان ڪا ڪيون ڪهڙي؟ ڄا سمجهي نہ ڄاڻان."

چوي ٿو تہ ٻيلي، هيءَ تہ ڪو "طلسم افلاطوني" آهي. تڏهين اول تہ هن
طلسم کي سمجهڻ گهرجي تہ هي خيال جو طلسم جنهن کي موملراڻي ۾
شاه صاحب " ڪاڪ "ٿو چوي سا آهي ڇا؟

" آءٌ ادا سالڪ صحيح ڪر تون تہ طلسمات کي "

تڏهين صوفي اول انهي خيال جي سمجهڻ کي ٿو لڳي.

" اول پيري پيچ، هي جي بند خيالات جا."

سچل بہ پوءِ رستو اهوئي ورتو آهي جيڪو پتنجلي رشي يوگ ۾ ٻڌايو آهي،

---

پيري= ڦيرائي ڦيرائي.

ته اول من جون لهرون جي اڇن وڇن ٿيون سي بند ڪرڻ گهرجن. پاڻي پاڻ ۾ پيل جيڪڏهين پيو لڏندو ڇلندو، پوءِ پلي ڪٿي روشني هجي ته به من ۾ منهن نه ڏسي سگهبو، تهڙي طرح من جو پاڻي منجهيو پيو هوندو ته "پاڻ" جي شڪل نه پسي سگهبي، ڇو ته من اهڙو طلسمي آهي جو هڪڙي هڪڙي خيال کي انسان پاڻ سمجهيو وهي. روئڻ کي به سمجهي ته مان ٿو روئان، کلڻ کي به سمجهي ته مان ٿو کلان! اُپنيشد چوي ٿو ته "جيڪو ٿو ماڻهو خيال ڪري، سوئي ٿو پاڻ ٿئي." As a man thinketh, so he is تئين سچل ٿو چوي:

"جهڙو پائيندين پاڻ، پنهنجو پاڻهين،
تهڙوئي ٿيندين، هت پي ساڻ يقين جي."
"جهڙو پانيم پاڻ کي تهڙو آهيان آءٌ."

تڏهين پهرين اهي خيال بند ڪرڻ کپن، پوءِ انهن خيالن پٺيان جو خيال ڪندڙ "ساکي" آهي، سو صحيح ڪري سگهجي. انهي پنڌ کي "ذڪر ۽ فڪر" ۽ مراقبه جو رستو ٿو ڪوٺجي، انهي کي ڌيان ۽ ابياس ٿو چئجي. سچل چوي ٿو ته: ديهيءَ کي دبائي، بدن کي وهاري، آسن لڳائي، اندر ڌيان ڪر ته معلوم ٿيئي.

"ڪشادگي ميدان جي، ڏس دبائي ديهي
سچي ڪوڙي ظاهر ٿيندي، ڏس وڃي تون ويهي
سچو طلسم صحيح ڪر، آهي اشارت ايهي."

پوءِ

"جسم ڇڏي هلي اُتهين ٿيءُ رهبر مٿي راه"

هن ڌيان جي مارگ جي ڳالهه به ڪو ڌياني گياني ڪري، آءٌ انهي پنڌ جو واقف ڪين آهيان ۽ مون لاءِ ان جي اُپٽار ڪرڻ ٿيندي "منڊي ما ڪوڙي ڪوهه

۾ ڪچڻ لڳيُ اپ" واري ڳالھ. آءٌ رگھو ڏيڪارڻ ٿو گھران تہ سنڌڙي جي صوفي سچل بہ رشين منين، فيلسوفن، ۽ غيبين جو رستو ورتو ھو ۽ اسانکي کپي تہ اسين سندس ڪلام کي بہ ٻين ڪلامن جيئن پنڌ اريانئي مطالع ڪريون.

سچل ۾ انھي اندرئين من جي اپياس جون گھڻيون ڳجھارتون آھن، جي ڄڻ ويدانت جو وستار آھن. صوفي انھي پاڻ سچاڻن جي واٽ ۾ ٻن حالتن ۾ ٿو گذاري. ڪڏھين "آھيان" ۾، ڪڏھن "نہ آھيان ۾"، آھيان ۽ نہ آھيان" ۽ انھي "اثبات ۽ نفيءَ"، انھي " فنا ۽ بقا" جي ڳجھارت سچل خوب کولي ڦولھي آھي. اھا پڙھندڙ پاٺيھي پڙھن. آءٌ ڪين ان باري ۾ جيڪر صلاح ڏيان تہ بابو ڀڳواندس ايم اي، بنارس واري مشھور داناءُ پنڊت جو ڪتاب "Science of Peace" پڙھن، جو ڪين سچل جي انھي ڳجھارت پيجڻ ۾ مدد ڪندو. سچل جو ڪلام انھي ڳجھارت جي بيتن سان خوب ڀريل آھي.

"آھيان وي وچ ناھيان،
نا آھيان دي وچ آھيان،
اھا ڳُجھي ڳجھارت ڳايان،
گم ھوئي لک پاتشا ھيان."

## "ھمہ اوست"

مٿيون رستو نفي "Negation" جو آھي، مان ھي نہ آھيان، ھي بہ نہ آھيان، پر پوءِ پندّ "اثبات" Affirmation جو آھي، جتي صوفي چويٿو تہ آءٌ ھي بہ آھيان، ھُو بہ آھيان، سڀ آھيان.

"فنا" جي رستي ۾ پندّ ڪندي، نفس ۽ من کي مارڻ ۾ جھد ۽ جفا ڪشي آھي، تنھنڪري طالب کي تڪليف ٿي پاسي، پر جنھن وقت ھن اھو نفس ماريو، تنھن وقت ھو آرام کي رسي ٿو. جئين حضرت عيسيٰ ٿو فرمائي:

" مون بہ جڏهين پنهنجي من کي ماريو،

پوءِ مونکي پنهنجي تخت تي وهاريو"

من جي خيالات کي پيڇڻ بعد ساڳئي طرح پتجلي ٿو چوي تہ: چت جي ورتين کي بند ڪرڻ بعد ساڪي پنهنجو پاڻ ۾ ٿو رهي. پاڻ سڃاڻڻ جو اول رستو آهي من مارڻ يعني ڪوڙي "پاڻ" کي وڃائڻ، جنهن طلسم کان نڪرڻ بعد جزو 'ڪل ۾ ٿو سمائجي ۽ سڀ ڪجھ "سائين" ٿو پسجي. " اسين پاڻ کون وياسين، ڪنهن جاءِ پيءُ پياسين." صوفيءَ جو ذاتي متو اهو آهي تہ "آءُ" يعني اهنڪار واري" مان "آهيئي ڪانہ، يعني تہ سڀ محبوب آهي. هندو چون ٿا تہ: آهي ئي برهم، مسلمان چونٿا تہ: هو رڳو ڪان بہ ويجهو آهي، سِک چون ٿا تہ: " سڀ آپيئي سچيار" " حاضران حضور" آهي. هاڻي سوال آهي تہ جي هو جتي ڪٿي آهي، تہ اسين ڪٿي آهيون ؟ بلڪ جياميٽري جو سولو اُصول آهي، تہ بہ شيون ساڳي جاءِ ڪين والاريندي يون، تہ جيڪڏهين هو جتي ڪٿي موجود آهي، تہ آهي ئي پاڻ، اسين آهيون ئي ڪين. تنهن ڪري ڪرست ٿو چوي: " اسين رهون، چُرون، ۽ هستي رکون ٿا، هن ۾ جيئين آندا، پاڻي، رت هڏا سڀ منهنجي بدن ۾ موجود آهن، پوءِ چئبو تہ آهي ئي هڪڙو بدن، جزا سڀ سڄي کي بنائين ٿا، سڄو آهي جزن جو جوڙ، پوءِ جنهن وقت جوڙ جو خيال ڪبو، تنهن وقت جزا خيال ۾ ئي ڪونہ موجود رهندا، اسين پاڻ کي ڏسون ئي تڏهين ٿا، جڏهين "هن "کي نہ ٿا ڏسون، پر جيڪڏهين آهي ئي هو تہ اسين آهيون ئي ڪين. سچل بہ هن ڳالهہ کي کوليو آهي: " حق هويا اثبات جڏهان، تڏهان گم هويا اهو دعويدار "زؤم منجهان ٿو چوي:

"مان ناهيان، ناهيان، ناهيان،

مٺون قسم هويا سچي سائين دا."

ٻئي هنڌ چوي ٿو: " مئي ڪٽ نهين." ساروئي سِرُ آهي، ڪاٿي سچو " ڪاٿي ذات سچل دي." انهي وقت صوفي جڏهين خودي کان دور ٿو ٿئي، تڏهين سچي " حال " ۾ اچي ٿو ۽ نهايت پريم ۾ پُر ٿو ٿئي. ڪي مالڪ تا چون ته: اها حالت اهڙي آهي، جهڙوڪ سمنڊ اچي ڪوزي ۾ پوي: " موج ڪوزي وچ ماوڻ" ( سچل) انهيءَ حالت ۾ صوفي شاعر از حد جا بيت ٿو چوي، انهيءَ حالت ۾ هُو سر مستيءَ کي رسي ٿو. آءٌ هت ڪي هن جا مفيد گفتا ستن ۾ ٿو ڏيان، ڪي سچا بيت پڻ پڇاڙي ۾ ڏنا اٿم.

" سچو سِرُ سهي ڪر ڄاڻين، جان جسو سڀ جاني"

"اڪيون اُپڻي جي ڏسين، تان هادي آهي هر جاءِ"

" يار رنگيلو هڪ رنگ نه آهي، ڪوڙين سندس رنگ ڪيئي"

"ظاهر آهي ذات تنهنجي، هٽ شهر بازار"

" اکيان کول تماشا ويکين، صاحب صورت ساري هئي"

"خدا ڪس جاءِ نهين ڇپندا، الله جڳ لوڪ سارا هي"

"تون سوين سيل بنائين ٿو"

"ڪاٿي هنومان ڪوٺائين

ڪاٿي ٻڌو پير ٿئي، ڪاٿي ٻولي يار

آهي دلبر دوست جو، سچو سڀ سينگار."

" رانجهو هير، ته ليلي مجنون، سوين نام سڏيندا،

ڪيحري هو ڪي صورت والي، سچو ناچ نچيندا"

سچوءَ جي تصوف ۾ محبوب سڀ آهي، ائين نه آهي ته سنت آهي ۽ پاپي نه آهي.

گيتا موجب شري ڪرشن ٿو چوي: "آءٌ ڳ جي لڳي پاڻ آهيان."

" ٻيو ڪو ڄاڻ محض گناهه

هر ڪنهن صورت آپ الله."

سچوءَ اهڙي سمجهي آهي، جو ڪوراڻي سمجهي اهو مستي ڪهڙي آهي، اها سرپرستي ڇا آهي، سا ته رڳو عاشق خدا جا ڄاڻن. اسين ته فقط هن جي هاڻي پڙهيو گڏ گڏ پياڻيون ۽ چئون پيا ته جنهن جي پڙهڻ ۾ هئي فرحت آهي تنهنجي پسڻ ۾ ڇا هوندو:

" ڪيس نام نهال پسڻ تان پري ٿيو ". (شاهه)

سچل خوب اها مستي ڪمائي آهي. چوي ٿو:

" ميخاني وچ مست هميشہ، ڪٿن سو ڪعبي ڪاهي
ظاهر باطن آهي اهوئي، جان جسو وري ڇا آهي؟"

سچل جي چوڻ جو مطلب آهي ته هي بت بہ خدا آهي، يعني ته جر بہ چيتن آهي: " جر آهيئي ڪونہ، آهيئي چيتن. " " نانڪ سڀ آپيئي سچيار " انهي مستي منجهه ڪڏهين ته هو ماڻ ۾ اچيو وڃي.

" ڳالهہ تہ ڳرهڻ جهڙي، خلق اڳيان خاموش
نہ عبرت نہ غيرت، آهي حيراني حيرت."

حيرت ۾ پنجي سوال ٿو پڇي: " اهو ويو هاڻ ڪاڏي، جنهن سچو نالو سڏايو؟ " ڪڏهين انهي ڳجهہ ۾ ماڻ ۾، تہ ڪڏهين وري خوشيءَ ۾ بود ۾. اوڏي مهل صوفيءَ سان ڪو پُڇي سهين. ان مهل حدون سڀ لتاڙي بيحد جو دم ٿو هڻي. چوي ٿو تہ آهيان ئي آءٌ. انهي "آءٌ" کي صوفي جي بيان ڪان پڙهڻ گهرجي. هاڻ ويچائڻ ڪانهيءَ جا "آءٌ" آهي، سا نِجُ ذات آهي، انهي آءٌ کي صوفي " هستي مطلق "ٿا ڪوٺين.

چہ هستي مطلق آ مددر اشارت،
بہ لفظ من کند عبارت."

گلشن راز وارو ٿو چوي تہ: جڏهين "مطلق هستي" يعني پاربرهم Absolute existence اشاري ۾ ٿي اچي، تڏهين "من" "آءٌ" يا مون لفظ سان

هن جو بيان ٿو ڪجي. ساڳئي ريت شنڪر آچاريه ٿو چوي: " اهم شبدين وڪيات" آءٌ شبد سان هن جو بيان ٿو ڪريان. اها آءٌ جزي واري نه آهي، ڪل واري آهي. سچل چوي ٿو:

" آدم جسڪا نانءُ، مولا ڪون ڪها ويگا،
بني ڪر آدمي صورت، سراسر خود خدا هوگا،
" صاحب اُٿون اٿان آڪر، آدم نام سڏايا."

## "طلسم"

شري ڪرشن، ارجن کي ساڳي ڀڳجهارت پڌائي. ارجن چيو ته: ائين ڪئن هوندو ۽ هيءَ انسان واري آتما اها ساڳي پرم آتما ڪئن هوندي؟ تڏهين ڪرشن چيس ته: اُهي مورک آهن، جي پاڻ کي گهٽ ٿا سمجهن، اها تون ساڳي شيءِ آهين. تئين سچل به چويٿو:

" اسين ساڳي خود آهيون، عام چوي ائين نه آهي"
" آءٌ آهيان اسرار جيڏيون، مونکي ڪير پانيو ٿيون"
"نوري ناري آهيان، آهيان رب جبار."

انهي خيال ۾ اهڙو مست ٿيو وڃي جو پوءِ چوي:

"پڇو نه منهنجي ذات، جوئي آهيان سوئي آهيان،
اچڻ اساڳو ٿيو اتاهين، جاتي ڏينهن نه رات."

اهڙا ته اُڏاءَ سچل کان ڪو سکي ! جيڪڏهين ڪنهن کي خبر ونئي هجي ته هن پاڻيءَ ۾ ڪهڙي طاقت ۽ مستي آهي، اُها تڏهين سمجه پونديس، جڏهين ڪو سچل جو عاشق ڳانئو ملي وڃيس، پوءِ ڏس ته ڪئن ٿو پُر مست ٿي آواز ڪڍي. البت " وياسي وينجهار، هيرو لال ونڏين جي،" پر تڏهين به ڪڏهين ڪڏهين ڪو عاشق ماڻهو به عام

صوفين ۾ ليبيو وڃي، جو تہ "ايجابي آهين" پر "لڪاپٽ لوڪ ۾ ؟"

## ذات ۽ صفات

تہ سمجهڻ گهرجي تہ هي صوفي ويدانتي رڳو اُدا من ٿا، ۽ رڳو هش تي خوش تي ٿو ڪين ٿا. البت جڏهين هن ۾ موج مستيءَ جي اچي ٿي، تڏهين هو بي سڌ ٿيو وڃن ٿا، بيخود ٿين ٿا.

" يارو وچ بيخودي دي، ڪڏهان ڪڏهان
هم آندي هون
سچو هئي ناپيدا، سوتا ڏيکڻ وچ نهين آوندا،
تنهن دي تا پيدائي وچون آپي آهي پيدا."

انهن بيتن کي سمجهڻ لاءِ جهڙو تهڙو دماغ ڪونہ کپي، هتي نج صفائي جو خيال گهرجي. تصوف رڳو دلي قوت تي منحصر نہ آهي، تصوف گهري ٿو تہ تون پنهنجي دماغي قوت کي ڪول. شنڪر آچاريہ جو ويدانت ساڳيو تصوف آهي، ۽ صوفين جي طريقي وانگر پڪي فيلسوفيءَ تي ٻڌل آهي. سامي ٿو چوي: عشق ۽ عقل ٻئي پر پڪيءَ جا. هن تصوف ۾ منطق ۽ فيلسوفيءَ جي نهايت ضرورت آهي. مثلا گلشن راز وارو ڪتاب، جو سون سالن جو لکيل آهي، تنهن جي مطالع ڪرڻ سان معلوم ٿيندو تہ صوفي طريقو منطق "Logic" من وديا "Psychology" ۽ فيلسوفي تنهين تي پنهنجو پايو ٿو ٻڌي. منطق موجب جدا جدا شين کي "قسم Species" ٿو چئجي، انهي شين جي حالت کي صوفي "صفات" ٿا چون، جو لفظ صفت مان نڪتو آهي. جدا جدا ماڻهو، ڪي ڪارا ڪي اڇا، ڪي تک سنها، ڪي چپ ٿلها ڪي فلاڻي نالي جا، ڪي فلاڻي نالي جا، اهي سڀ "صفات" حالت ۾ آهن. پر انهن سڀني کي "ماڻهو" ٿو چئجي، "ماڻهو" منطق موجب "Genus" ٿو چئجي، صوفي انهي

کي "ذات" ٿا چون. نہ خاص ماڻهو، پر خيال ماڻهو "Idea man" . مثلاً
ڪتي کي ماڻهو نہ چئبو، چو تہ " خيال ماڻهو " جدا آهي. اهڙي طرح ڪتن ٻلن
جانورن سڀني ۾ جدا جدا صفات آهي، مگر ڪتن جي هڪ ڪنهن قسم جي
صفت ۾ "ذات" ڪتو آهي. اهڙيءَ طرح ذات ٻلو آهي. اهڙي طرح ذات نباتات
۽ معدنيات ۾ جتي ڪٿي صفات آهي، ۽ صفات ۾ ذات آهي. صوفي ۽ ويدانتي
پنهنجو پهريون اصول انهي ذات ۽ صفات تي ٿا ٻڌن. چون ٿا تہ جيڏي مهل
تون هر ڪنهن قسم جا سون جا زيور ٿو ڏسين، تيڏي مهل چوي ٿو تہ: هي ۽
مُنڊي آهي، هي ۽ ڪنٺي آهي، هي ۽ چندي آهي، هي ۽ ڪنگڻ آهي. پر انهي ۾
تون اوائلي چوڪ ٿو ڪرين، هي منڊيون ۽ ڪنٺيون ڏسڻ ۾ ٿيون اچن،
پر آهن سڀئي " سون." اهڙيءَ طرح ڪرسيون ميزون، بينچ وغيره سڀ
"ڪاٺ " آهن. اصل " سون" کي چڏي جدا زيور ڏسڻ انهي کي ويدانتي "
اڌياس"Super-imposition ٿو چوي، ۽ صوفي " طلسم " ٿو چوي.
ماڻهو جدا جدا آهن، پر ڏسڻ ۾ جدا جدا آهن، اصل ۾ "ذات"ماڻهو آهي.
اهڙي طرح ٿورڙي خيال کي چڪبو تہ ٿورو وڌيڪ اندرئين " تم " وارو
اُصول ڏسي سگهبو. اها مٿي ٻڌايل " صفات ۽ ذات" بہ مٿا چري تي آهن، اهي
بہ جدا جدا آهن. جئين جدا جدا قسم جا ماڻهو اڳيان رکي چوين ٿو تہ هي
صفات آهن، ۽ " ذات " ماڻهو آهي، جدا جدا سون جون شيون رکي چوين ٿو تہ
"ذات" سون آهي، تئين سڀ جدا جدا " ذاتيون " پنهنجي اڳيان رک. مثلاً ذات
ماڻهو، ذات سون، ذات لوهہ، ذات ڪتو، ذات شينهن، وغيره اهي سڀ ذاتيون
هينئر جدا جدا ٿيون ڏسڻ ۾ اچن، پر صوفي ٿو چوي تہ اهي سڀ " ذاتيون " بہ
صفات آهن، ۽ انهن گهڻين ذاتين جي بہ هڪ ذات آهي، جا غ ذات آهي. اهي جدا،
جدا ذاتيون رڳو ڏسڻ ۾ ٿيون اچن، مگر اهي آهن سڀ هڪ " ذات". سائنس
بہ انهي باري ۾ شين جي جسم جي نسبت اهڙيون گهڻيون ثابتيون ڏيئي رهي

آهي. صوفي جسم کي ولي، اسم کي ولي، قسم کي ولي، ۽ خيال واري ذات صفات کي سمجهڻ ڏوکهري ۽ سوکيم من جي طاقت سان دماغي ريت سمجهي سگهي ٿو ته برابر "ذات" ۾ هڪڙي شيءِ آهي نه گهڻيون.

"وحدتان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪُل"

"وحدت" ذات هڪڙي آهي، ڪثرت "گهڻائي" "صفات" آهي، پر صفات ڪُل ۾ ذات آهي. باريڪ ريت هنن ڳالهين جي اپٽار ڪرڻ معنيٰ ته ڪي وڏا پستڪ لکجي وڃن، جن جي ڇاڻ جو به آءٌ دم ڪونه ٿو هڻان، مگر مون فقط ڪوشش ڪئي آهي ڏيکارڻ جي ته هي صوفي پٽ ڪونه ٿا هڻن. هو دماغي طرح به سمجهڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، ۽ پوءِ عشق جي رستي خيال کي عمل ۾ آڻي، ساري دنيا ۾ محبوب ٿا ڏسن. مونکي اميد آهي ته واند ڪائيءَ وقت هڪ ڪتاب فقط صوفي اصولن تي لکندس ۽ ويدانت ۽ هاٿوڪي خيال سان پيٽ کولڻ جي ڪوشش ڪندس. سچل انهي فيلسوفي مان ڳوڙهو واقف آهي. نفي ۽ اثبات يعني Negation & Affirmation ۽ ذات ۽ صفات جي منطقي ۽ فيلسوفي معاملات مان بلڪل واقف آهي. البت صوفين دماغ کي نيٺ دل ۾ سمايو آهي، يعني چت کي آنند ۾ آندو آهي، تنهنڪري هنن جي ٻولي رواجي ڪتابي نه آهي، مگر شعر جي غيب ۾ موجود آهي. خوب سچل اها اپٽار ڪئي آهي.

"سهسين رنگن ۾ سهڻو بي رنگي بن آيو"

سهڻو جو محبوب آهي، سو آهي بي رنگي يعني "ذات" جنهن کي رنگ نه آهي، سهسين رنگ "صفات" آهي.

" چولون، ڦڙن، واهڙن لهرن لس لڪايو."
"سمنڊ نالو ڪن مٿم آئي ڏرايو.
" نه ته اصل پاڻي آهيان، لوڪن نانءُ پلايو."

چوي ٿو اصل ۾ "ذات" فقط پاڻي آهي، پر پنهنجي ذات ۾ پل پل ۾ تا ماٺهو سمنڊ کونئس، جنين سمنڊ کي وري پل پل ۾ چولون، ڦڙا، واهڙ، لهرون ٿو چئجي. اهڙي طرح "آءُ" جيڪا ذات "هستي مطلق" آهي، تنهنکي پل پل ۾ جدا جدا نالا تا ڏينڻ ۾ اچن. پٺي هنڌ چوي ٿو، "جيئن سي مينهن ڦڙا." ڦڙا جدا جدا يعني ڪثرت آهي، پر آهن تہ وحدت يعني "مينهن." جيئن گلشن راز واري جو چوڻ آهي تہ: آهي فقط "هڪ "One" ٻہ، ٽي، ۽ چار اهي بہ "هڪ" آهن. ٻہ هڪ، ٽي هڪ، چار هڪ ازين قسم جياميٽريءَ موجب ليڪون سڀ فقط ٻڙيون آهن، ليڪن جا چورس، ٽڪنڊا، گول سڀ ٻڙيون آهن. يعني صفات ۾ جدا جدا شڪليون آهن، مگر ذات ۾ "ٻڙي" يا "هڪ" آهن. سچل اهڙا بيت ڪئين چيا آهن. هڪ مثال اڪسير ڏجي ٿو:

" اکيان کول تماشا ڏيکين، صاحب صورت ساري
ايک داني مون سبز درگان، ڏاڙهون ميوا لک تاري
اصل مٽي، پوءِ نانو رچاندي، نانوان دي نرواري،
اصل کماند تنهين مون پيدا کيتي ميٺ ميداري
جيوين قند، کهان کنڊ، مصري، کيتي لک نانو ليکاري
سون وچ سو زيور نالا هر کنهن نانوَ اُجاري
اوئي سچو سچ ٻوليندا، اوئي سبد سنواري."

سچو ٿو چوي تہ: اکيون کولين تہ تماشو ڏسين. سڀ صاحب "ذات" اٿيئي. داڻو هڪڙو، تنهن مان ڏاڙهون، ميوا، لک ڏاريون تاريون ٿين سي سڀ هڪ داڻو آهي. آهي تہ رڳو مٽي، پوءِ نڪر جي ٿانون تي نالا جدا جدا آهن، آهي تہ رڳو سون، پر نالا آهن سوَن زيورن جا."

"بي رنگي تصوير مولا دي، سهسين رنگ وچ سمائي"

اهڙي قسم جي سچل صوفي سهڻي ڪٿا ڪئي آهي. شاهه لطيف، روحل،

سامي، دلپت بہ اها ساڳي راند ڪئي. جيڪڏهن مڙني مان مثال ڳڏ ڪري رکجن تہ غنچو ڪونہ ٿئي، پر هڪ باغ ٿي وڃي. انهن سنڌين جي خيالن جي سنڌن ايران ۽ عرب جي پاڻرن وارن خيالن سان ڀيٽ ڪري، پراچين ويدانت ۽ چالو وگيان سان ڪير ملائي، تہ سنڌ جي سالڪن صوفين لاءِ پاڪي جيڪر عشق ۽ فخر خوب اندر ۾ جاڳي.

## پيچاڙيءَ جي زندگي

سچل پنهنجي زندگي مٿينءَ مستيءَ ۾ گذاري. ڪيئين هن جي مستيءَ جي موج جي چڪ ۾ هن جي در تي آيا. سندس در تي گهٽيئي فقير عاشق ڦيريدار ٿي رهيا. بيدل فقير (ميان قادر بخش) روهڙيءَ وارو جو پڻ هڪ نر صوفي ٿي گذريو آهي، ۽ جنهنجي ٻاٽي شعر جي خوبيءَ ۽ اندرينءَ ڳجهارت سان پُر آهي، سو بيدل بہ هن وٽ گهڻو ايندو هو ۽ هيٺيون لاثاني غزل سچل تي لکيو اٿس:

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو
مست سالڪ مهہ سچو عارف اتي اظهار هو
برهہ جي برسات جو تنهن ويرتي وسڪار هو
ظاهر و باطن تنهين وٽ درد جو ڏڏڪار هو
وجد وحدت جو سدا خاصو تنهين خمار هو
مرد سو منصور وانگر عشق جو اوتار هو
منجهہ سخن تنهن جي اُلوهيت جو آثار هو
جنگ جذبي جوش مستيءَ ۾ مثل عطار هو

---

مهہ = وڏو. وجد = سڪ، خوشي. الوهيت = خدائي. جنگ = جوڌو.

پانهنجي رانئي پرين نوي ورهيه نروار هو
پوءِ وصل جي موج مانئي ذوق کون زخار هو
طور پارهن سو پانئيتاليه ۾ تيار هو
چوڏهين رمضان جي هادي پڙن هسوار هو
قوبدارن جي ڪٽڪ ۾ مرد منصبدار هو
در تنهين داتا جي بيدل پرت جو پينار هو

بيدل کان سواءِ پيا بہ گهڻا هن وٽ "پرت جا پيدار" هئا. شاه لطيف وانگر سچل هند سنڌ، خشڪي ۽ درياھ جا سير ڪونہ ڪيا، پر پنهنجي اُتر سنڌ وارا شهر ڏٺل هئس. اُتر سنڌ ۾ اڄ بہ سچل ائين ڳانبو آهي، جئين هر طرف شاه ڳانبو آهي. محمد صالح لاڙڪاڻي وارو بہ سندس مريد هو، جنهن وچي خراسان ۽ قنڌار ۾ درويشي قائم ڪئي. سندس مريدن مان ڪيترا وڏا فقير ٿيا. يوسف فقير جنهن نانڪ يوسف سان پاڻ کي سڏايو، سو بہ سچل جو مريد هو. يعقوب فقير، گهرام جتوئي، شير خان پنيرو، جنهنکي شير علي بہ چون ۽ پيا بہ ڪيترا هن جا طالب هئا. انهن مان گهڻن جي ايجا بہ مريدي اپر سنڌ ۾ آهي.

يوسف ۽ يعقوب ٻئي خوبصورت جوان هئا جي وٽس رهندا هئا، ۽ جن کي لنو لڳي هئي. هو هميشہ کيس چوندا هئا تہ "فقيري جو فيض اسانکي پهچاءِ". اول وڏيڪ يعقوب تي سچل جو راز هو. سچل فقير گهڻو وقت مراقبي ۾ وهندو هو، سو رات جو ڪنهن مهل ڪنهن ڪم لاءِ سڏ ڪندو هو. هڪ ڏينهن آواز ڪيائين "يعقوب،" پر يعقوب شايد ڪجھ ٿورو پاهر ڏسڻ وائسڻ لاءِ

---

زخار=ٿمٿار. طور=پهاڙي، پڙن=دم، ساه. منصبدار=در جي وارو.

نڪتو هو. يوسف ويٺو هوندو هو، تنهن سڌ ڏنو " قبلا يعقوب ڪونه آهي، پر پٽس يوسف حاضر آهي ". ( حضرت يعقوب جي پٽ حضرت يوسف ڏانهن اشارو ڪيائين.) سچل ہڌي ماٺ ڪئي. وري ڪنهن ہئي پيري ڪو سڌ ڪيائين، تڏهين بہ يعقوب حاضر نہ هو ۽ وري بہ يوسف ساڳيو جواب ڏنو. تنهن پيري بہ ائين ٿيو. سچل ڏٺو تہ لڳي جي آهي تہ يوسف ڪي آهي جو ڪتو ويٺو آهي. پا ڪر پائي فقيري ۽ جو راز ڏسيائينس ۽ چيائينس تہ اها امانت خدا توکي ٿو ڏياري، تڏهين يعقوب ڪي ڪئن حاصل ٿيندي، چون ٿا تہ ڪي ڏينهن يوسف وجد ۾ رهيو ۽ پوءِ غش پيو هوندو هو. فقيري بہ جبري ڪمايائين. پنجاب جي سکن وٽ سير ڪيائين ۽ گوروءَ جي دربار جا درسن ڪيائين. سچل فقير وارن جي سک گورن جي گهر سان ڪا وڏي پريت ٿي ڏني. يوسف فقير امرتسر جي دربار جو سير ڪري آيو. اجا تائين درازن ۾ انهيءَ سندس سير جي عجيب ڳالهين جا بيان ڪندا آهن. يوسف ٻائي نانڪ جي نالي تي چئي آهي.

سچل فقير جا نہ رڳو فقير مريد ٿيا، پر امير بہ مريد ٿيا. خيرپور جا مير هن کي اولياءُ ڪري مڃيندا هئا. مير علي مراد خان جو ايترو تہ سچل ۾ صدق هو جو، سچل جو پارسي ڪتاب " ديوان آشڪارا " ڇپائي پنهنجي خزاني ۾ رکي ڇڏيائين، جتي هينئر بہ رکيل آهي ۽ ڪڏهين ڪڏهين ڪا ڪاپي جڙي سگهندي آهي. مير علي مراد خان ڳالهہ ڪندو هو تہ، مان جڏهين ننڍو هوس تڏهين مون ميان سچل ـي ڏٺو هو ۽ هن هڪ دفعي مون کي اکين تي چمي ڏني هئي. ڳالهہ هئن هئي جو هڪ دفعي وڏو مير مير علي مراد خان جو پيءُ، پٽ سان گڏ جي شڪار تان ٿي موٽيو، اچي درازن مان لنگهيا. فقير سچل کوهہ تي ويٺي سنان ڪيو. ميٽ لايو ويٺو هو. وڏو مير تنهنڪري وٽس ويجهو نہ ويو، ۽ پريان خوش خير عافيت ڪيائينس، پر ننڍو مير هڪدم وڃي سچل جي

پيرن تي پيو. فقير بہ کٿي اکين تي چُميس ۽ دعا ڪيائينس. مير علي مراد خان پڇاڙيءَ تائين فقيرن جو ڳولائو هو، ۽ عاشق جي ڪلام جو بلڪل خواهان هو.

سچل صوفي سگهورو، رب جي عبادت ۽ چڱن ڪمن ۾ جهور ٿي ويو. راڳ جي وتس ڌم هوندي هئي. سڀ ساز موجود هوندا هئا، پوءِ تہ ساز، راز ۽ آواز جي موج لڳي ويندي هئي. سچل برابر عشق جو درياءُ هو. ميرزا علي قُلي بيگ صاحب جنهن نهايت محنت ڪري ڪلام سچل جو ڪٺو ڪيو ۽ جنهن چڱو بيان هن جي جيوت جو ڏنو آهي، جنهن لاءِ اسين هن جا شڪر گذار آهيون، سو ٿو لکي تہ "جڏهين سارنگي ۽ طبلي تي هٿ لڳندو هو، تڏهين بيخود ٿيڊو هو ۽ مٿي جا وار ڪڙا ٿي بيهندا هئس ۽ اکين مان پاڻي جاري هوندو هوس ۽ پوءِ شعر مستي ۽ بيهوشيءَ جي حالت ۾ چوند هو." ڪوبہ جو سچل جو ڪلام پڙهندو ۽ تنهن ڪان وڏيڪ جهونن ڪافين جي اتان ڳائيندو ٻڌندو، تنهنکي پروڙ پئجي سگهندي تہ برابر "عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو." يوگ گيان ويراگ " جا وتس ڪي پندارموجود هئا. ڳوڙهي فيلسوفي بہ منجهس هئي، پرورهءِ و چوڙي جو رنگ بہ خوب لڳل هوس.

مون هتي ڪوشش ڪري فقط ڪي هن جي خيال ۽ متي جا سندس ڪلام مان ڪي تڪرا ذرڙا ڏنا آهن. آءٌ هن جي بزم جي بيان جو تہ ڪجھ احوال ڪين لکي سگهندس، پر اهي سندس گفتار اهڙا تہ نرمائيءَ جا آهن، اهڙا تہ حليمائي جا آهن، اهڙا تہ مسڪينيءَ ۽ غريبيءَ جا آهن، جو اندر ۾ چُبيو وجن. اهڙي تہ منجهن نزاڪت آهي، جو نفيس شاعرائي دل ڪا هجي تہ پڙهي پرپور ۽ تمثار ٿي وڃي.

" لڳيءَ دل جو دارون ناه ڪو ڊولڻ پيارا
عشق جون واٽان هرن لاٽان،

تنهن مون نڪرن درد جون ڇانئان
پوءِ ٿيون پون ھي پچاران"

اهڙو ساجن پيالو پياريو اٿس جو چوي ٿو:

"ساجن پيالا پريم ڪا مجهڪون پلاديا
ميري دست ۾ صراحي رھ گئي ساجن ڪنجا گيا؟"

"تون آهين صاحب صورت جو، هي آهي غلام تنهنجو،
آهي ذوق شوق سهڻا، مون کي مدام تنهنجو.
جي آهن اصل اوهانجا، سي نا وسارجو
مون تي آهي مقرر، سائين سلام تنهنجو.
راتو ڏينهان رڻ ۾ هينڙو اُداس هيڙو،
رهبر آئي رسائيو، پريم پيام تنهنجو.

تون آهين اصل اسانجو، آهيون اسين سي تنهنجا، آهي قبول ڪُلي، سچو ڪلام تنهنجو."

اي سهڻا، " اصل اسانجو آهي ننگ ٻاروچل توتي.. ذرڙو جنهنکي ذوق تنهنجي جو، چيہر تنهنکي ڇا آهي." تنهنڪري آءٌ "گلي اَب ڇوڙ دلبر ڪي طرف ديگر نہ جائو نگا." نور پريا رخ پيا ريدا، مٺن ڄمائي هير ڇٽي، تون صاحب تخت هزاريدا." مطلب سچو سچ پچ رانجهن پنيان هير آهي، جنهن لاءِ چوي ٿو: "ڀي هر ڪا ماءُ پيءُ ڄائي، پر هير عشق دي ڄائي!"

هيٺئين بيت ۾ ڏسو تہ ڪهڙو نہ نازڪيو اٿس:

سوال

نروار ڇؤ نجومي اڄ ڪي صبح اچن ٿا؟
مون هت ڄمائيءَ جو پرين حال ڪي پڇن ٿا؟
پرين آهن پنڌ ۾ ڪي ويڙهي پانهنجي وسن ٿا؟

سچوءَ جي پي سڌ لهڻ لئي قاصد هيڏي ڪڏين ٿا؟

جواب

عاشق نہ ٿيچ ماندو، ڪنهن ويل نٿا وسارن
" ونحن اقرب" اها اشارت، گڏ توهئي سان گذارن
اصل لاڪون طرف تنهنجي، نت نت گهڻو نهارن
جي تو اڪنڊ اُنهن جي، سي پي توکي سارن
ڏينهن اتهين چو ٿو لائين، تو هٿ سچو سارن

مطلب تہ سچو سندس رسالو رنگ رنگ جي رهاڻ سان پريل آهي۔ ڪڏ اڙچو ڪڏهين اڙنهو، ڪڏهين وچوڙو ڪڏهين وصال! مطلب سندس آ اهوآهي۔

"محبوب مٺو آهي من ۾
اٿيئي بلبل باغ بدن ۾
اٿيئي بر بحر ۽ بدن ۾
محبوب ڳولي ڏس من ۾
من ۾ تون ڏس دل ۾
گل ڦل باغ بدن ۾
اٿيئي سو چاند چمن ۾
سچل سائين صحي ڪر ڄاتم
يار گڏ يو ڪک پن ۾
ست زيور سينگار ڪري
دوست آيو درسن ۾۔

"هو سو سجڻ مون ساڻ
جنهنجي ڪارڻ مون ٿي پوٿيون پٽايون

سدا مون وٽ سهرين محب ناهي مهماڻ

جنهن جي ڪارڻ مون ٿي نالون وجهايون

اهڙي اوڏائي ۾ ڪو نه پيو مون چاڻ

جنهن جي ڪارڻ مون ٿي راتيون لنگهايون

هيڏي هوڏي ٿي ڏنم ڪين پروڙيم پاڻ

جنهن جي ڪارڻ ويٺي ورهه وسايون

پرين پچ نه پنڌڙا سچو تون پاڻ سڃاڻ

جنهن جي ڪارڻ ميڙيون سنياهيون

واهڙي سچل واه ! خوش هجين، آباد هجين، ڪڏهين نه وسرين، هميشه ياد هجين. شال تنهجي آتما سنڌڙيءَ تي وري ڪي آزادگيءَ جون ڊارون ڊاري، شال تنهنجي پاٺي صوفين ۾ سچو ساه وجهي ته سنڌڙيءَ ۾ ور ڪو صوفيءَ چمن کلي. شال سنڌڙي جا ننڍا وڏا پار تُنهنجو حسن، حب ۽ هدايت جو شعر پڙهي خوش ٿيءُ ڪجهه پنهنجي مستيءَ جو ماسو حاصل ڪن.

عاشق ڏسڻ ۾ آيو محبوب گل سناسي
عبرت عجب عجائب اسرار رنگ عباسي
گل آب جاءِ جاتي، محبوب راز تاتي
عاشق ڏسڻ کون ڪاٿي، رهندو پتنگ پياسي.

# سچل جو ڪلام

## ياڳو ڀڃريون

## اسين آهيون ڇا ؟

## طلسم افلاطوني

طلسم افلاطون، بنائي ڏسي سا سينگار جي
سڪندر ليکي سال لنگهي ويا، ساعت هئي هڪ وار جي
نظرتہ آيا باغ باغيچا، حرفت هئي هشيار جي
ڪاني ءَ اڪ جي ڪون ٽيون ٻاهر، سڌ پيس سنسار جي
چوري پاتشاه، اتي ڪئي، ٻولي ٻڌائي پلڪار جي
وري ورايون جاءِ انهيءَ ڪون، خبر پيس اسرار جي،
اصل اهوئي هن جهان جو، ڳالهہ اٿو اعتبار جي
دنيا هڪ دم آهي، سچو بازي سا بازيگار جي

## طلسم گهڙي

هيءَ طلسم گهڙي جا جارون جوڙيائون
ٽنيا ٽوٽيون ڏئي ڪري هڪ محل اڏيائون
تنهن ۾ ساز سرود، ٻيا پي ٿمر گڏيائون

ڪٽين= ڪريون. چارون= جاريا سوزمان. غمزا= اکين جا چمڪا.

در دريچا طاق وري لهہ ٿهہ لاهيائون
دائم ﭝن درن ۾ وري وِرهہ وڌائون
پڪو در پريت جو ڏس قابو ڪيائون
انهيءَ مون اسرار ڪئين ٿي ﭝاهر ڪڍيائون
ويهي اُن درن مون ٿي ڏورڙن ڏنائون
سچو هٿيارن ري ٿي ڪوڙين ڪٺائون.

## عجب الملڪ

شهر هڪ آهي، عجب الملڪ تنهن نالو ٿيو
جنهن گهٽي ڏنڙي، تنهن ڪوشش ڪشالو ٿيو.
جو شهر سو بادشاه هي نوع نرالو ٿيو
جو ٿيو واقف شهر، چڪت تنهن چالو ٿي
ڪنهن ڪي صحي تنهن شهر جو ساعت سنڀالو ٿيو
سو خاص عامن جي اڳيون لا غرض گوسالو ٿيو
جو اوڏنهن ويو تنهن شهر، سو بيشڪ بيتالو ٿيو
سچوءَ سڃاتو شهر، سو عاشق الله والو ٿيو.

## طلسمات

آءَ ادا سالڪ صحي ڪر، تون تہ طلسمات ڪي،
ﭝج دوئي، تا ڪل پوئي، دور ڪر درجات ڪي

---

عجب الملڪ= عجب ملڪ. نوع= نمونو. چڪت= پورو. چالو= چلتو، وهنوار.
سنڀالو= سنڀال، واقفيت. لاغرض= بيپرواه. گوسالو= گهيلو. سالڪ= پانڌيڙو.
درجات=Gradation اهو متو تہ مڪڙا نندا آهن، ﭝيا وڏا آهن. يعني درجا ڏين.

ڪيئن وساري ويهي رهين، هر هر نفي اثبات کي
اثبات کون اڳتان لنگهي، ڪر تم تون طاعات کي
ڪيئن وٺي ويهي رهين، هٿي هٿي تون حڪايات کي
ڳالهين منجهون تاڪين ٿيو، پڇ اوٽ عزالات کي
غازي نہ پانئج غير ٿون، هن محض موجودات کي
سر گهور ڪر هن گهور ۾، ڏي منهن نہ پٺي مصلحات کي
سِر سڃاڻج پانهنجو، ڏي ڪن نہ ڪرامات کي
ذاتي منهنجون ظاهر ٿئين، تون سمجه هن صفات کي
سچل روئين ڇو ايترو، بس ڪر هن برسات کي
تصديع تون ڇو ٿو ڏئين، محبوب جي محلات کي.

جهنگلو

## ڇا منجهان ڇا!

اهو اٿم ارمان، ڇا منجهان هت ڇا ٿي آيس
چاڪر ٿيس نہ چاڻان ڇا ڪون، ناتہ هوس صحيح

سلطان

هوس داناءَ ديس اُنهيءَ ۾، هت نانءَ ٿيس نادان
ڪوٺي ڇاٺي، ڪوٺي سڃاڻي، اهو مردي، جو ميدان

---

نفي= Negation.اثبات= آهہ Affirmation.تم= ختم. طاعات= بندگي.
حڪايات=ڳالهيون.اوٽ=آسرو.عزءلات=ٻن بتن جا ناﻻ جي ڪعبي شريف ۾
رکيل هئا. غير= نانهہ Non being.محض= پاڪ، نج. سِرُ= ڳجه. تصديع=
تڪليف.اواڳه=اونهو.

بحر اواگھ جو لهر لڪايو، تيئو طرح نوين طوفان
اصلون ساڻ ولي هت آيس سورن جو سامان
هڪ گهر ڪؤن تي ٻئي گهر آيس، محض آيس مهمان
بحر اُ تون جا لهر اُپي تي، موتي تيئو مهراڻ
سچوءَ ڪي ڪيو ساعت ساعت حيرت هن حيران.

## اسين آهيون چا!

اسين آهيون چا، اسين آهيون چا
تا چاڻون چا اسين آهيون

ذري باران برساتيون لايون، ذري ٻَرن تين وڏيون باهيون، ذري پڙهون
تا نمازان روزا، لوچ مٿي تون ذري لاهيون
ذري چئون تا آهيون اسين ئي، ذري چئون تا اصل ناهيون،
ذري آرام آهي هن دل کي، ذري وسايون نيڻون واهيون
ذري چئون تا اسان پاڻ سڃاتو، ذري چئون تا اسين چا هيون
سچو اصلؤن سوئي آهين، نام هتي ٻيو ڪيهو ناهيون.

## ڪاٿي تون آهين؟

سچو نانءُ ٿو سڏائين، چو تہ ڪاٿي تون آهين
ڄاڻي واڻي پاڻکي، ڪيئن ٿو ڀول ڀُلائين
خوديءَ واري خيال ڪي، راه انهيءَ ٿو رُلائين

---

محض= فقط. اُتون= اُتان، منجهان. اُپي= ٻهي. لوچ= جنهن شيءِ جي طلب يا ڳولا
ڪجي، يا جنهن ڪم جي ڳتي هجي، يعني فرض. مٿي تون لاهيون= ادا ڪريون.
واهيون= نهرون.

پير مٿو آگريون، نانءُ ڀيا ٿو رڪائين
ڪاٿي پيدا نہ ٿئين، ڪا ڏنهون وريِ تون آئين
نان اهو ناپيد ٿيو جو، سچو اصل ڪون تون ناهين.

## شخص ۽ جامو

شخص ڪو جامو ڪري، جامو نہ نالو سو سڏاءِ
نانءُ سو پنهنجو سڏائيندو، سر جنهين جو نانءُ آهہ
ڪئي ڳالهيون ڪوڙين ڪري، محلي ۾ وينو پاتشاهہ
ائين نہ ڇٻو آهہ، هي تا ماڳ محلي جو آلاءِ
آہ عجائب جيهڙو، بازيگريءَ هن جو بناءُ
پاڻ تا پنهنجو لهي، هن سِرَ جو سارو سماءُ
رمز مرشد ڪون سهي ڪيم، جو ندا سوئي صداءِ
اُس سچو ري سچ ڪون، تاهي ذرو ڪوئي جداءِ

## ڪهڙي شيءِ آهيان !

شيءِ آهيان ڪا ڪيون ڪهڙي، جا سمجهي نہ ڇاڻان
بعضي پانيان پتلي، يا آهيان گڏيءَ ڏور
يا گوءِ آهيان هٿ يار جي، وانگيءَ وانگر زور
يا تا محل آهيان، جنهن ۾ شاهنشاهہ
ٻوليون ڪري ڪيتريون، ٿو درونئون داناهہ

---

ناپيد= انڻ لڀ، تمام عمدو، گم. ڪني= ڪنين. الاءِ= چوائيندو. ندا= سڏ.
صداءِ= پڙاڏو. گڏي= نغڙي. گوءِ= ڪينهون. وانگي= آواز وارو لاٽئون. درونئون=
اندران.

يا تا گهوڙو آهيان، جو هلائي هسوار
يا تا موج درياهه جي، جا ٻوڙي ٿي ٻاهار
يا مينديءَ گل تا آهيان، جنهن اندر لالائي
يا آهيان گل گلاب جو، جنهن سر ۾ سرهائي
يا تا چشمو آهيان، جو ابر پريو آب
تنهن ۾ سايو سج جو، يا پاڇوئي مهتاب
يا تا پاڇو حق جو، آءٌ اصل ڪون آهيان
جنهن ۾ ڳالهه ناهه تا، سوبي تا ناهيان
ڳالهه سچوءَ سا سمجهي، ڪون هاديءَ اهائي
تا غير خدا جو ناهئين، آهي صاحب سدائي

## اونهو اسرار

ساروني سِرُ آهي، ڪاٿي سچل ڪاٿي ذات سچل دي
موج درياءَ حُباب ڪڙا ڪيا، ڇائج ڪو شڪ ناهي
آهي اونهو اسرار الاهي، ڇا منجهارون ڇاهي
پنهنجي پاڻ لکڻ جي ڪارڻ ناهَ لکين ٿوناهي
عاشق عشق معشوق اهوئي، ڏانءُ ڏاڍو ڪيو ڏاهي
الا الله اثبات مڙيوئي، لا ڪي ڇڏ تون لاهي
لي مع الله سمجهه اشارت، فيل لنگهيو منجهه پاهي

ابر= ڪڪر. حباب= ڦوڪنا. ڦوٽا. ڏانءُ= رمز. لا= نفي= نه. لي مع الله= حديث جو مڏ جنهنجو مطلب آهي ته نبي صاحب ٿا فرمائين ته ڪنهن وقت خدا سان مُنهنجي اهڙي حالت آهي جو آءٌ هو آهيان ۽ هو آءٌ آهي، ۽ ڪڏهين اهڙي حالت آهي جو آءٌ. آءٌ آهيان ۽ هُو، هو آهي. فيل= هاٿي. پاهي= سئيءَ جو پاڪو.

وات اهائي وحدت واري، ڪامل ايندا ڪاهي
اوئي اندر اوئي ٻاهر، ڪيئن چوان ائين ناهي
ڳالهه سچل جي سالڪ سمجهن، لوڪ ليکي ٻيو ڇاهي.

## گهوڙو ۽ هسوار

گهوڙي چڙهندڙ گم ٿيو، پيو گهوڙو ۾ جولان
گهوڙي وارو گم ٿيو، اُڀريو گرد غبار
آيو بحر جوش ۾ تڏهين موج پئي ٻاهار
لڙ منجهون ٿيو اڃو ڪارو اصل سو درياه
نانءُ لهي ويا ٻاهريان، اُهو باقي رهيو نام
ڪوڙان، ڪسيان، واهڙان، هُتِ ڪُلي ٿيا گمنام
اول جيڪي هوس آءٌ هِت آهيان
آخر ٿيندس سو وچي هڏ آهيان ڪو نہ ٻيو
اکين ۾ معلوم ٿئي اهو صورت جو سينگار
سچو سارو سچ ٿيو، ٻيو ناهي تفاوت وار

## آءٌ ناهيان، آءٌ ناهيان

آءٌ ناهيان، آءٌ ناهيان، قسم سچي صاحب دا
آهيان ۾ ناهيان، ناهيان ۾ آهيان
طلسم نقش نقاش ڄاڻي، ويکو رنگ الهايان

---

گردغبار=اڻاريل مٽي. ڪوڙان=ڪوڙون، جابلو ملڪ ۾ ڪسيون.

غوطي وچ ۾ غوطہ مارن، ڪيئي ڪج ڪلاهيان
هن ڪوچي ۾ سنوڙي سنيان، گمر هويان بادشاهيان
شاه محمود جو مال لٽيوني، سچو سچ سپاهيان.

## هيءُ ۽ هُو

مج منهنجي ڳالهڙي، هو ٿيءُ تہ مٿي پئين
مرڻ آهي هِن ۾، هو آءُ تاتون جئين
باقي تون هين جو رهندين، فانيءَ وچون وئين
چڏ تال، بت ويحائج، هي حال ڏي هئين
چوگان ۾ چگو ٿئين، هيءَ گوءِ جي نئين
ٿيندين سچو تڏهين تون، جي سر صحي ڏئين.

## هت ۽ هُت

هُتِ تاڪير هياس، هِتِ ٿي ڪير آيس نجاٿان
نانءُ پيو هُتِ هو منهنجو، هِتِ پئي نانءَ ٿياس
اچڻ نہ هو هِتِ منهنجو، پر ڪنهن تا خواهش ڪنياس
هُتِ هيس معشوقيءَ ۾، هِتِ عاشق ٿي آياس
هئي هئي هُت ڪانڪا، هِتِ منجھ پروڙ پياس
سچو سارو سچ ٿيو، وچئون آءُ وياس.

---

.ڪج ڪلاهيان= ڪج= ڏنگي، ڪلاهہ=ٽوپي،ڏنگي ٽوپي ڍڪڻ وارا،يعني بي پرواه بادشاهہ تال= ظاهري حالت. حال= باطني حالت. چوگان= راند جي لٺ، يعني راند

## اصل اسم

اوهين سيڻي چو نہ ڄاڻو ناںءُ مٺم آهي کهڙو
اسم اصل کون ورهہ ڏايو، صورت هئي سڃاڻو
پاڻيءُ منجهون پارو تيو پيدا، واهُ عجب ڪوئي واڻو
شاه جهان جو پانهو ٿيو، ڪر واڻيءُ هن وڪاڻو
ڏسي تماشو اهو سو سارو، وتي تا پاڻ ويڳاڻو
ناںءُ وارو سٺو ڙي سرتيون، ٿيو هٽ ڪئن نماڻو
مستيءُ واري ساک نہ سلج، سچو تون ٿيءُ سياڻو.

## پکِي پرڏيهي

خاک مٽيءُ دا بتڙا بنايئہ، وچ پکي پرڏيهي،
پاڻي پيندا دانہ چڳندا، ذات نہ ڄاڻان ڪيهي
ڪل انهيءُ دي ڪل نہ ڪاني، سمجه سان ڪل پيئي
هي جڳ سارا خواب نيشاني، سمجه سچو تون ايهي

## لالا موهن

ٻول پکي پرديسيئڙا تون ڪهڙي ديسئون آوندئين
هٿ وچ مرلي، پيرن گهنگهرو، گلي گلي بجاوندئين
اُٺون آياهين پيرون لنگرا، اٺان تہ پانور پانوندئين

---

واڻو= لڳو. ڪل= طلسم، حڪمتي جوڙ. ڪل= سڌ. آوندئين= ٿوا چين.آياهين=آيو آهين.پانور=سگهہ.

جڏهان تون آيون، ڍونڊ محل وچ، تڏهان تون ڪيا
ڪجھ ڪاوندئين
جڏهان تون آيو ٻالا پڻ وچ، هر ڪسي نون پاوندئين
جڏهان تون آيو مد گهر ديوچ، آد انت پُل جاوندئين
لالا موهن لڄ نهي آوندي، ذرا نهين شرماوندئين
سچو ذات صفات دي وچ، سهجون آءُ سماوندئين.

## پنهنجي ذات

پنهنجي ذات لڪائي، ڪيئن ٻي ذات سڏايان
ظاهر ڪريان ذات ڪي، تاهي بت پيچايان
منصوريءَ جي موڄ ۾ ٿو انا الحق الايان
واديءَ ۾ محبت جي سر گهوري گهمايان
اعليٰ اعظم شان جي نوبت نينهن وڄايان
ظاهر باطن هڪڙو، آءُ تا حڪم هلايان
سچو سارو سچ ٿيو، هيءَ حڪمت چلايان

## ٻانهو ٻانءِ مَ پاڻ

ٻانهو ٻانءِ مَ پاڻ، تون هين مالڪ ملڪ جو
لا خير في عبيدي، اهو اٿيئي اهڃاڻ
پاڻ پنهنجو پاڻهين، صورت منجھ سڃاڻ
تون ٿي ڄاڻندڙ سيڪي ميان، ٿئين ڪيئن اڄاڻ

ڍونڊ محل= بدن يا دنيا. پلوندئين= پيارو ٿو لڳين. مد گهر= مستيءَ جو گهر يعني جواني. وادي= ميدان. لا خير في عبيدي= ٻانهپ ۾ خير نه آهي.

الله الله چو چوين، پاڻ ئي الله ڄاڻ
سچو سائين هڪڙو، ناهي شڪ گمان.

## ڳالهه ڳجهي

هڪ ڏهاڙي پير مغان، مون کي ڳالهه ڳجهي فرمائي
سلڻ جهڙي ناهي سا، جا پاڻ پرينءَ پرجهائي
عام نه ميحن اُن کي، جا صاحبن سمجهائي
مَتَ منجهان روَن مئي جي، تنهن ساقيءَ سرڪ چڪائي
پيالن مون پرواز ٿيو، واءَ وئي هي وائي
عبد ڄاتو ٿي جنهن، تن بازي هت هارائي
حق کون حق نصيب ٿيو، ٿي مدعا سچو سيائي.

## ڪونهي تنهنجو تل

ڀول نه هئي ڪنهن ڀل، تون تا آدم ناهين
لڪو ٿو لاتيون ڪرين، جئين باغ اندر بلبل
ملَڪن ٿي سجدا ڪيا، واه مٿي تنهنجو ملهه
ڪير لڀائي ڪير ڪڍائي، شاه بنا دلدل
احد منجهان روُن عبد سڏائيءَ، هئين تاپاڻ اصل
سچل چوي، سچ ٿي آئين، ڪونهي تنهن تل
(بروو)

پير مغان = مرشد. پرواز= اُڏامڻ جي طاقت. مدعا= مراد.

# سچل جو ڪلام

## ياڳو ڀيو

## وحدت ۽ حيرت

### سڄڻ مون ساڻ

هو سو سڄڻ مون ساڻ، جنهنجي ڪارڻ مون ٿي پوٽيوَ پٽايون

١- وهو معڪم اينما ڪُنتم، آهي سندن اُهڃاڻ
جنهنجي ڪارڻ مون ٿي فالون وجهايون

٢- سدا مونوٽ سهرين، محب ناهي مهماڻ
جنهنجي ڪارڻ مون ٿي واٽون پڇايون

٣- اهڙيءَ او ڏائيءَ ۾، ڪونه ڀيو مون ڄاڻ
جنهنجي ڪارڻ مون ٿي راتيون لنگهايون

٤- هيڏي هوڏي ٿي ڏٺم، ڪين پروڙيم پاڻ
جنهنجي ڪارڻ ويٺي وِرهه وسايون

٥- پري پيچ نه پنڌڙا، سچو تون پاڻ سڃاڻ
جنهنجي ڪارڻ مون ٿي ميڙيون سنياهيون

---

وهو معڪم اينما ڪُنتم= خدا اوهان سان آهي، جتي ڪٿي اوهين آهيو. اوڏائي= ويجهائي. ميڙيون سنياهيون= ميڙن منٿن جون تياريون ڪيون.

## آهي مڙيوئي يار

عاشق اکيون اُپٽي ڏسين، آهي مڙيوئي يار- ميان
ظاهر زباني ٿو ڪريان، عجب جيهو اسرار
اعتقاد فردا جو نه رک، اڄ دوست ٿي اظهار
جن کي پسڻ هِتِ پرينءَ جو، هُتِ پڻ تنهين ديدار
سالڪ صحي ڪي تاڪرين، صورت سندو گلزار
پانهون پڌين چو ٻين کي، آهين سڀ سالار
بلبل اول ڪر پاٺکي، گهٽ گهٽ سندو گلزار
جي تون زليخان جان ٿئين، ساجن سيو سنسار
تون تا سچي هن ڳالھ کون، عاشق نه ڪر انڪار
جيڪي چيو مرشد توکي، آٿج اُتي اعتبار
سروپا اهو ساجن وسي، ٿيءَ پاڻ کان بيزار
آهي وس سچو سڀ يار جو، ناه ڪو اسان اختيار

(جهنگلو)

## يار رنگيلو

پاڻ منجهون ڪَلَ پيئي ني پيئي، دوست جي ميان مونکي
ونحن اقرب ويجهو وسي ٿو، ڏسُ هاديءَ جو هيئي
ڪڏهين زاري ڪڏهين زوري، پوليون سندس اهي پيئي

---

فردا= سڀاڻي. گهٽ گهٽ= هر ڪا دل. سروپا= مٿي کان ولي پيرن تائين.
ونحن اقرب= قرآن جي آيت جو مُنڍ جنهنجو مطلب آهي ته خدا ويجهو آهي، انسان کي ڳچيءَ جي رڳ کان.

هادي اسانکي وقت ملڻ جي، ڏسُ اُتيا اِهو ڏيئي
يار رنگيلو هڪ رنگ نہ آهي، ڪوڙين سندس رنگ ڪيئي
سچو جو اندر ٻاهر سوئي، وچون ٻيائي ويئي.
(آسا)

## حسن تنهنجو

حسن تنهنجو ٿو اچي، طرحون طرح ڏيکار ۾
هڪ هئين، آئين وري ڪنهن شوق مون بہ شمار ۾
ڏوريان انهيءَ دم ڏور ٿيا، واقف ٿيا ويچار ۾
حاصل نہ تن، جيئي ٿيا آهن سنديءِ انڪار ۾
محرم ٿئين، مُنهن جي وجهين، هن تن سندي طومار ۾
جي ٿو چوين آءٌ شاهہ ٿيان، گم ٿي يڪايڪ يار ۾
رک هوش تا مدهوش ٿين، غمزون اٿيئي گفتار ۾
ساري پوئيئي سڌ تا صحيح، جي رخ رکين رفتار ۾
ٻوءِ تا پيچ هيءَ ڳالهڙي، اول اچج اعتبار ۾
قابل هئين، ڪرپانهنجي صورت سهي سنسار ۾
ڪر گوش تون درگوش، جي ديدان رکين ديدار ۾
آهي سچوءَ تي نام جي، ناهي ٻيو نروار ۾.

---

. ڪوڙين= ڪروڙين. ڏوريان= ڏور رهڻ وارا يعني غير واقف. محرم= واقف. طومار= دفتر. ڪر گوش تون در گوش= تون ڪن جي اندر ڪَن ڏي يعني، تون اندر جي ڪن سان ٻُڌ.

## سهڻو !

سهڻين رنگن ۾ سهڻو بي رنگ بن آيو
بوتي وچ مٽي جي يارو، سارو سمنڊ سمايو
ڇولون، ڇرن، واهڙن، الله لهرن لس لڪايو
سمنڊ نالو ڪن الله جي، مٿم آٿي ڏرايو
نہ تہ اصل پاڻي آهيان، لوڪن نانءُ پُلايو
وحدت جي آڙاهہ ۾، يار جن جسم جلايو
منصور اُتي موج ۾، سائين سوريءَ سُر سلايو
عرش ڪرس آسمان، مڙيوئي آٿي ورهہ ورايو
باري بار برهہ جو الله، آدم سر تي اُلايو
من خدا يم مؤج ۾، ميان سچوءَ يار الايو
آهہ ڪل روح ربي، مرشد عبدالحق فرمايو
(پيروري)

## شاهہ سيلاني !

شاهہ ٿيو سيلاني، نڇاٿان ڪيهيءَ ڳالهہ ڪون
تي گدا گر ڪري گدائي، شرف ڇڏي سلطاني
صورت انهيءَ ڪير سڃاڻي، هئي هئي سڀ حيراني
ظاهر پنهنجي ذات ڪيائين، جوڙ ڪري جسماني

---

ڇرن= ليٽن. واهڙن= ننڍين واهن. لس= ليٽن. الله جي= الله ڄاڻي. آڙاهہ= اُونهي ڪڌ. سلايو= ڪولارايو. عرش= تخت. ڪرس= ڪرسي. عرش ڪرسي= آسمانن کان بہ مٿانهين منزل. من خدايم= آءٌ خدا آهيان. الايو= چوايو. گداگر= پنندڙ.

پول نہ ہئي ڪنھن اوھين پُلجو، عين اٿوَ انساني
اُهو اندر اهو ٻاهر، ڪير ٿيندو قرباني
سچو سِرُ سري ڪر چاٿين، جان جٿو سڀ جاني.
(آسا)

## ساڳيوئي رانجهو

پاڻ تہ آھيان پاڪ، پر ڪي ڏينهن هت گذاريان ٿو
ساڳيو ئي سور انجهو آهيان، ظاهر ليڪي چاڪ
آهيان آءٌ معشوق مڙن جو، موٽي ٿيس مشتاق
آهيان آءٌ خوشحال هميشہ، هن غمزي ڪيو غمناڪ
ڪاٿئين زهر پيالو، ڪاٿئين ٿيان ترياق
سچو آهي وصال سڀوئي، ڪاٿي فلڪ فراق.

## پُتلي

پُتلي دي وچ ڳالهيان، يار ڪريندا ڪيهان
ڪيهان سي تعجب جيهان !
تند تنهين دي دست سچڻ دي،
سؤ ڪرائيندس چاليان
آپ هلائيندا اس آپ چلائنداس،
رنگ ڏيکي رنگ واليان

نسورو = نج. سر = ڳجھ. سرسري = ڳجھ جو ڳجھ. جٿو = بدن. چاڪ = نوڪر.
غمزو = اک جو جلوو. ترياق = زهر جي اثر دفع ڪرڻ جي دوا. فلڪ = فرق يا فراق.
ڪيهان = ڪهڙيون.

ڪنهان پتليان نون خرقا ڏيندا،

ڪنهان نون شالي شاليان

ڪيئي ٻوليان آپ ٻوليندا،

هڪ هويان هرتاليان

بن بازيگر ناچ نہ نچنديان،

ڪڏهان نہ هونداں خاليان

پتليءَ اتي نام سچو ڏر،

باتيان ڪري پر جهاليان.

## حيرت ۾ حيراني

ڪريان اسرار مان ظاهر، هئي حيرت ۾ حيراني
نڪا ڪا جوڙ جسماني، رهي ڪٿ شڪل انساني
عجائب بحروچ پيو سي، جسم ۽ جان کون ڳيوسي
لهر آپي آپ هڻ ٽيوسي، ٿئي سڀ موج نوراني
سنو منصور ڪي مڙس، سوليءَ ڪنون نہ ڪڙا ترسي
بره دي بوند سربرسي، جسم ڪنون ٿيا فنا فاني
ماريس اناالحق دا نعرا، ٿيا هس جسم سؤ پارا
پڙهيس سِرُ حق دا سارا، ڪيتس جند جان قرباني
نظر ڪوئي غير نہ آئندا، نہ دم وچ غير سماندا

---

نون = ڪي. خرقا = فقيرانا جُبا. هرتاليان = سڀ تال. جهاليان = تپ. جوڙ = اُتپتي. ڳيوسي = ويا سون. فنا فاني = آزاد ۽ گم. نعرا = آواز. سؤ = سون = ڪان. پارا = پار.

آهي نال آپ لنؤن لائندا، ٿئي سڀ روح روحاني
سمجھ انا اليہ اشارت، هئي عبرت همہ حيرت
جيهي وحدت تيهي ڪثرت، سچو هي سرِ سبحاني
(بروو)

## سچ

جئين سچ آهي پريشان، سوئي ڳولي سچ کي
مڇلي جئين آب سان، آب پڇي طغيان
تارو پُڇي نجم کي، موج پُڇي مهراڻ
ڦڙي پڇي مينهن کي، شاهه ڳولي سلطان
هؤ مڙيئي پاڻ ٿيو، ڪير ٿيا حيران
سچوءَ جي صفت ۾، اهو باريءَ ڪيو بيان

## ڏيو ۽ سچ

ڏيو باري سچ کي ڪاٿي ڪين ڏٺائون
ساري روشني سچ جي، پرجهي سچ پسيائون
وحدت ڪثرت هڪڙي، جئين مينهن ڦڙيون مورائون
سچوءَ سندي نانءَ ۾، اهڙي طرح اُتائون

---

انا اليہ= قرآن جي آيت (انا الله وانا اليہ الراجعون) جو ياڱو، جنهنجي معنيٰ آهي تہ اسين خدا وٽان آيا آهيون ۽ وري بہ خدا ڏي موٽي ويندا سين. طغيان= پاڻي جو طوفان. باري، خدا. مورائون= اصل کان. اُتائون= چيائون.

## رڳوني راحت

اٿئي انهيءَ ۾ حالت، نہ تصديع نہ راحت
نڪو هيءُ نڪو هوءِ، نڪا صفت نہ صنعت
نڪو ذڪر نڪو فڪر، نڪو ڪشف ڪرامت
نڪو غم نڪو دم، نڪو درد نہ محنت
لڪو ڏسڻ نڪو پسڻ، نڪو عيش نہ عشرت
نڪو جيءُ نڪو روح، نڪا جان جميعت
نڪو سک نڪو ڏک، نڪو هوش نہ حسرت
نہ عبرت نہ غيرت، آهي حيراني حيرت
سچو سچ، آهي نہ ڪج، آهي رڳوني راحت.
(بلاولي)

## آءٌ جوئي آهيان سوئي آهيان

ڪو ڪيئن چوي، ڪو ڪيئن چوي،
آءٌ جوئي آهيان سوئي آهيان
ڪوَ مومن چوي، ڪو ڪافر چوي،
ڪو جاهل نالو ظهار چوي،
ڪو ساحر چوي، ڪو شاعر چوي، آءٌ جوئي
ڪو پنٽ چوي، ڪو سنت چوي،

---

تصديع= تڪليف. راحت= آرام. صنعت= ڪاريگري، جوڙ. ذڪر= خدا جي تعريف زبان سان ڪرڻ. فڪر= خدا جي قدرت جو ويچار دل سان ڪرڻ. ڪشف=ڳجهہ پڌائڻ. جميعت= آرام. حسرت= ارمان، پڇتاءُ. ساحر= جادوگر.

کو باغ بهار بسنت چوي،
کو ميراثي ڪلونت چوي، آئجوئي
کو مُلان چوي، ڪو قاضي چوي
کو مفتي چوي، ڪو غازي چوي،
کو روزه دار نمازي چوي، آئجوئي
کو خاص الخاص خيالي چوي،
کو ازلي مست موالي چوي،
کو شڪ چوي، نا حق چوي،
کو بات اها برحق چوي،
مون کي مرشد عبدالحق چوي، آئجوئي
کو خاص چوي،ڪو عام چوي،
کو پختو چوي، ڪو عام وچي،
کو سچو سچو نام چوي، آئجوئي

## پاڻ ڪون ويساسين !

اسين پاڻ ڪون وياسين، ڪنهن جاءِ ٻئي پياسين
پاڻکون پاڻ نکري ڪري، ڪنهن راه ۾ رليا‎سين
سنها ٽلها سڦرا، سڀ چوليءَ هڪ ڇناسين
اهي هوڪا حقيقت جا، اسان ڏيه منجه ڏناسين
جيڪي هو سو ٿيو، اسين ساڳي سي ٿياسين

ميراثي= راڳيندڙ فقير. ڪلونت= ڪلا وارو، راڳيندڙ. مفتي= فتويٰ ڏيندڙ. ازلي= ازل تائين، هميشه تائين. برحق= سچ تي. خام= ڪچو. رلياسين= پياسين. سڦرا=سٺا.

ويندي انهيءَ واٽ تي، اسين جهنگلن کين جهلياسين
توڙي پليو پاڙيچن، تا ٻي رتي کين رهياسين
موتي موتڻ جي سمي، اسان وڏا وس ڪياسين
حاضر آهيون سڀ هاج ۾، اسين گولن سان گڏياسين
موج اُڙهي مهراڻ ۾، تنهن مون پار لنگهياسين
سچل نانءُ سڏائي، اسين لوڪن منجھ لڪياسين.
(بلاولي)

# سچل جو ڪلام

## ٻاڳو ٽيون

## عاشق مڙس منصور

---

### مڙس منصور

مڙس ٿي منصور چؤ، نہ تہ ڪيم چؤ منصور آءُ
منصور جي منزل اُتي، ڏاڍا ٿماچا تهمتان
سگهہ نہ جي ساري سگهين، اچ نہ هن پڙ ۾ ميان
چو چو ڪرائيءَ ۾ پئي، رانديون روين راتو ڏيهان
احوال سڀ اسرار جو، عشق کي آهي عيان

---

پاڙيچن=پاڙيوارن. اُڙهي=وهي. ٿماچا=لپاٽون، ڏڪ. عيان=ظاهر.

نڙڪو لڳيءَ جي ناه جو، ناحق ڪرين ناتوان
هن ڪي ڇيو، هن ڪي ڇوين، آهيان لاهوتي لاطمعان
منصور جي تنهن ملڪ تي، آهن سدا نُڪتا نوان
سُڻ سچو تون سمجھ رک، توکي چڱائي ٿو چوان.

## ڪڻ ملامت

ڪمر نہ سو عاشق ڪريج، جنهن ۾ تنهنجي تعريف ٿئي
ڪڻ ملامت ڪا متي، مر ڏيهہ تو طعنا ڏئي
برهہ ۾ بدنام ٿي، ٻئو ڪين ٿئي ڪسبن ڪئي
عشق جي درياه جي ڇولي ڇڪي مرُتو نئي
راه گمر ڪر پانهنجي، ونءُ وک نہ ڪنهن ڀهڳڻ ڀئي
پيچ حجابان پڌر پؤ، لونيو توکي ڪهڙي لئي
ڇا ٿيندو پوءِ تا سچو، هئي هئي انهي ورهي وئي

### محبت جو مينهن !

جي هئين عاشق تہ برسر، مينهن محبت جو وساءِ
ساه جو سانگو ڪرين، تا پير هن پڙ ۾ نہ پاءِ
پاڻ ڪل قربان ڪر، هيءَ دمر هڻڻ جي ناهي جاءِ
آءُ ادا اعتبار ڪر، آهي هوش نيندڙ هيءَ هواءِ
رت رئڻ راتو ڏينهان، آهي لڇڻ محبوب لاءِ

---

ناتوان= بي سگها. لا طمعان= بنان لالچ. نڪتا= ڳالهيون، مصيبتون، تهمتون وغيره. مر= ڀل. لؤنيو= (لوسڻ يا لوهڻ مان)ناڙيو. هوش نيندڙ= هوش ڪسيندڙ.

هي ملڻي سردو سهانڏو، ڪينڪي سوڪون سواءِ
ڪينڪي مون ڪون ٿيو، هيءَ عمر تا ويئي اجاءِ
هيءَ وساري ني وهن، جاني نہ هينن توکي جڳاءِ
هيءَ مهل موچاري آهي، پوءِ ڪريندين هاءِ هاءِ
هاءِ هاءِ مون هٿ نہ ايندءِ، ويل گذريئي واءِ واءِ
هيءَ حقيقت حال جي ساري وچي سائينءَ سڻاءِ
سو سچو مرشد سچوءَ جو، پير عبدالحق آهہ.
(جهنگلو)

## منصور

حق انا الحق ٿي چيو، پر منجهہ نظر منصور هو
منجهہ شرع شرڪت جون، منجهہ معرفت منظور هو
وس نہ هو حلاج جو، ڪوئي محبتي مخمور هو
سر نہ جي سوريءَ ڏنائين، قرب ۾ ڪو قصور هو
هور حيرت ۾ هئڻ، تنهن ذوق مون بہ ضرور هو
عين مستن جي فوج ۾، تنهن مست جو مذڪور هو
مشرق ۽ مغرب، تنهين جو مرتبو مشهور هو
علم ڪي ارمان تنهن جو، حُرّ ڪي بہ حضور هو
حال ۾ حلاج هئي هئي، موج ۾مسرور هو
(پيروي)

شرڪت= ڪفر. حلاج= پيڃارو. هور= هني. عين= ئج. مذڪور= بيان. حر= يزيد جي لشڪر جو سرڪردو. جو پوءِ امام حسين جي پاسي ٿيو ۽ شهيد ٿيو.
مسرور= خوش.

## پلي آيو !

سڄڻ پاڻ سڃاڻڻ آيو، ڪم نه ڪنهن ڪو پيو

آيو سو پلي آيو

پانون ڇاني پانسان، هت لنئون ته لائڻ آيو

عرش منجهارون نڪري، ورهه وسائڻ آيو

سوريءَ تي منصور ٿي، هت سر سلائڻ آيو

مصر جي بازار ۾، هت ملهه وڪامڻ آيو

سچو ڙي سنسار ۾، هت پير گهمائڻ آيو.

## عاشق گهوٽ

محبت عشق مولي جي، گهڻا سي گهوٽ گهايا هئا

هزارن ساه سانول تون، ڪنين گهوري گهمايا هئا

ڪنين سر ساه ساجن لئي، مٿي سوريءَ سنياهيا هئا

ورهه جي واٽ تي ويرن، ڪلهن ڪون ڪنڌ ڪپايا هئا

ٿيو تن ميهڻو موتڻ، تکي ڪنهن تاءَ تايا هئا

مٿا ميخا نه تي مستن، وٽنئي جي وٽ وڍايا هئا

انهيءَ پڙ ۾ پهلوانن، جوشئون جني جلايا هئا

ڪنيا جي موج محبت جي، اُهي هن سار آيا هئا

تاءَ = تئو. تايا = تپايا. وٽيءَ = شراب جي وٽني. سار = شايد پار آهي جنهنجي معني طرف.

ڏسو جي نينهن جي ناتي، ڪنين جا سر گنوايا هئا
سچو ڙي ٿي صدقي تن تؤن، جنين هي رنگ رچايا هئا.
(بروه)

## عاشق ڪر آرام!

عاشق ڪر آرام، آءٌ تا توکي اوڏو آهيان
پيو نہ پانئج پاڻ کي، آهين هڏ نہ عام
تون تا آءٌ ئي آهيان، پڇ دوئيءَ جا دام
مطلب آهي تا تنهنجو، سريرون سر انجام
ڪيئن ڪيو تو پاڻ کي، بندو ٿي بدنام
ڪفر زلف اسانجي، منهن سندو اسلام
پانهپ پيائيءَ کون ميان، سچو ڪج سلام.
(توڏي)

## سچ

سچ ٿا مرد چون، ڪنهنکي وٺي نہ وٺي
ڪوڙيءَ دوستيءَ جو دم، بڻي نہ بڻي
سچ تہ پاڻ ڏٺيءَ، پيدا ڪيو آهي
انگ تہ آدم جو ڀٽي ڪنهن جوڙيو ناهي
سچ چيو منصور، نئي چڙهيو ڦاهي
اهڙا بار برهہ جا، ڀيو ڪٽي نہ ڪني

---

دام= ڦاهي. زلف= وار. سريرڙن= بدن مان. سرانجام= پورائي. بڻي= لهي. نئي=
نيئي= وٺي. محب= پيارو. مجيب= سوال ڀڏندڙ.

سچ تہ مُربي محب مجيب چئي
وانا احمد عين عجيب چيو
اسان تہ عامن خاص نصيب چيو
ڳُڻي يار ويو، ٻيو ڳُڻي نہ ڳُڻي

نکا عيب ثواب جي جاءِ آهي
نکا تہ نينهن نواب جي راءِ آهي
اهو نا عشق حسن هر جاءِ آهي
چڻي يار ويو، ٻيو چڻي نہ چڻي

سچ تہ سچل سائينءَ جي ڳالھ سچي
مُئي تہ محبت وارا کندا کين کچي
رنگ رمز انهيءَ ۾ ويو روح رچي
سڏڙا مالک سُڻي، ٻيو سڻي نہ سڻي

## رکہ يار جو خيال

رکين يار جو خيال، کوڙا ڇو ٿو ميڙين مال
تڏهين طالب کونجين، جڏهين ڇڏين سڀ جنجال
هلي ونڃ حال کي، کُلي ڇڏ قال
وٺي ونڃ ورهہ جي، کونيو ڏئي کَلال
سچيڏنا سڀ ۾ اٿئي جانب جو جمال.
(بلاولي)

---

" انا احمد بلاميم" = آءٌ احمد آهيان، ميم کانسواءِ يعني احد. الله آهيان (حديث). عين= نج. خاص. طالب=ڳولائو. کُلي= سجوئي. کلال= ڳَتي وارو.

## قابو رک قدم

اول ڪاءِ غوطو ٿيءِ گم، پڇي مار شاهي دا دم
اڃان انهيءَ پڙ ۾، ڪڇڻ ڪونهي ڪم
شادي غمي عام ڪي، غازي ناهي غم
پؤ تصور اُن ۾،شاغل سان دم دم
سچل چوي اٿهين، تون قابو رک قدم.

عشق مولي جو

جنهنکي عشق موليٰ جو ناهي، سو جڻ جهنگ جناور آهي
وهم ارادا خيال ٻيا، وڃ ڳاله برهه جي ڳاهي
هڏ جو ڪوٽ هئڻ جو، ٻوڙ ٻهرينءَ، سان ڏاهي
عاشق تڏهين ڪونجي، جڏهين سڀ لاڳاپا لاهي
دوستيءَ ٻا جهون دوست جي،هڏ ناهه نه ٻيو ڪو ناهي
محبت جي ميدان ۾، هُو ڪامل پون ڪاهي
سچو صاحب سڪ وارن کي، چاهه منجهون ٻيو چاهي.

## جوش خروش

جنهن دل تي آهي جوش، سا دل سورن سان سري
آءَ تا ڳهوري اُن تؤن، جنهن تي، جوش خروش

---

پڇي= پوءِ.مار= هڻ.غازي= شهيد.تصور= خيال.شاغل= مشغول.ڳاهڻ= ڏاندن جي لتڙ سان اُن صفا ڪرڻ.ڳاهه= ڳاهڻ جو ڪم.سري= خوش.تؤن= تان.
خروش=اُتساهه.زور.

ڳالھ نہ ڳرھڻ جھڙي، خلق اڳيون خاموش
سالڪ سڪ نہ سرھا، گوندر ڏي ڪن گوش
اثر اھيئي عشق جا، اول وڃائن ھوش
خلق الانسان علیٰ صورتہ، ھي بادشاھي پوش.
(آسا)

## عشق جو انصاف

ڏسو عشق جو انصاف، سيئي مذھب ڪيئين معاف
مڪي وڃڻ مقصد ڪيھو، ڪر اندر تي طواف
واديءَ ۾ وحدت جي، جڙي لام نہ ڪاف
الانسان سري و انا سرہ، ڳاڙن آھي غلاف
جوئي مذھب عشق جو، سوئي آھي صاف
سچو انھيءَ ڳالھ ۾، خس نہ آھي خلاف.

## پيارو سامي

جو اڳ پيھي آيو، سو مون تان صحيح سڃاتو
ٻراڳيءَ جو ڀيک ڪري، جتنھن ڪيڏو ھنر ھلايو
سر جتائون جوڳن واريون، تنھن لڱين ٻسمون لايو

---

خلق الانسان= (قرآن) خدا انسان کي پنھنجي صورت، تي خلقيو. گوندر= درد.
گوش= ڪن. طواف= ڦيرا ڏيڻ. وادي= ميدان. لام ڪاف= الف بي جا اکر.
الانسان سري= انسان آھي ڳجھ منھنجو ۽ آءٌ آھيان ڳجھ انجو. غلاف= ڍڪ. خس=
ذرو. ٻسمون= ڙڪ.

مرني مست آور انهيءَ جي، منهنجو روح ريجهايو
رانجهو تخت هزاري وارو، مرلي آئي ملايو
عطر عبير انهيءَ جي ڪارڻ، مون تا مشڪ ملايو
پياري جي سرپانون چاني، سچوءَ کي سمجهايو.

## جوڳي زلفن وارو

جو جوڳي زلفن وارو سو سامي مون تا ڪين سڃاتو
ڳل کي ڪفني، دست پهوڙا شڪل منهن موچارو
انگ ڀڀوت بنائي آيو، بيک ڀني ونجارو
ڀني لباس ڪو رانجهو ايندو، چڙهي تخت هزارو
سبب انهي ڪون ڪين سڃاتم، ماريون مرليءَ وارو
سچو سڃاتو تہ رانجهو آهي، جڏهين حال سليائين سارو.

## محبوب گل سناسي

عاشق ڏسڻ ۾ آيو، محبوب گل سناسي
عبرت عجب عجائب، اسرار رنگ عباسي
بره جي اک ٻبيني، ڪاڻي مثال چيني
تون رنگون رنگيني، چينيءَ جي مٽ نہ ڪاسي
گل آب جاءِ جاتي، محبوب راز تاتي
عاشق ڏسڻ کون ڪاٿي، رهندو پتنگ پياسي

پهوڙا = پاهوڙيءَ جهڙو اوزار جو بيراڳن وانگر ڪتب اچي ٿو. سناسي = فقير جو قسم. عباسي = رنگ جو قسم. ٻبيني = ڏسين. ڪانو = شيشو. ڪاسي = ڪاٺي.

صورت ۾ جاءِ دم جي، دم ري ڪا نہ صورت ڪم جي
دم ۾ جا لذت، غم جي، واهہ واهہ ڳالهہ خاصي
ابليس جي وڏائي، هو سامي تي سوائي
جيونئہ تہ دم پلائي، نہ تہ تحت نحس ناسي
ثابت سچل سچيارين، يارن جي يادياري
وحدت جنين وساري، تن تن ۾ مٿي اڻاسي.

# سچل جو ڪلام

## ڀاڱو چوٿون

## مسڪيني ۽ بندگي

---

### ننگ ٻاروچن تي

اصل اساڻجڙو آهي، ننگ ٻاروچل توتي
چڏن مناسب ناهي، ننگ ٻاروچل توتي
ذرڙو جنهنکي ذوق ٿنهنجي جو، چپر تنهنکي چاهي
جاڏي گهمائين تاڏي گهمون ٿا، ڏوري وڏي تو ڏاهي
جيهو تيهو يار اوهانجو، چڏن لايق نہ آهي
ٿرين برين يار ٿڪڻي ڪي، رس ڪو هيارل ڪاهي
ساهہ سچوءَ جو در تنهنجي ڏانهن، هڏ نہ آسرو لاهي.

سامي = ساهہ. سوائي = وڏيڪ. تحت = جهنم. نحس = نياڻو. ناسي = ناس ٿيندڙ.

## جاني تو نہ جڳائي

جاني تو نہ جڳائي، رسڻ رُٺائي سان
دوست اوهانجي در تي، ويٺي وڄهہ وسائي
ٻاهر ٻانهي تانهنجي، سانول هيءَ سڏائي
اچڻ لاءِ اوهانجي، پانڌي روز پڇائي
فانون فلڪ فراق جون، وريتين ڪان وڃهائي
سوال سچوءَ جو سيرين، عجز سان اُڳهائي.

## آءٌ غلام تنهنجو

طالب:- تون آهين صاحب صورت جو، هي آهي غلام تنهنجو
آهي ذوق، شوق سهڻا، مون کي مدام تنهنجو
جي آهن اصل اوهانجا، سي ناو-ادرجو ميان
مون تي آهي مقرر، سائين سلام تنهنجو
راتو ڏينهان روئڻ ۾، هينئڙو اداس هيڙو
رهبر آئي رساتيو، پريم پيام تنهنجو

مرشد:- دلگير تون متان ٿين، ڪر دور درد کي ميان
اول آخر اسان وٽ، هوندو مقام تنهنجو
رد ڪر فنا فڪر کي، اميد وار ٿي رهہ
هت هت يقين ڄاڻج، آهيان امام تنهنجو

---

پيام = پيغام امام = پيشوا، مهندار.

طالب:- تون آهين اصل اسانجو، آهيون اسين سڀ تنهنجا
آهي قبول ڪلي، سچوءِ ڪلام تنهنجو.

## رب بي پرواهه

تون رب ڏاڍو بي پرواهه، آءُ تان ڏڄان تنهنجي ڊاءُ
زڪريا کي ڪرت وجهايئه، سسي ساهه منجهان
هو مڪي جو ڪوڏيو، تنهنکي ڏنءِ ڪين کهڪاءُ
حسن مرايئه، حسين مرايئه، ڏيئي جيءُ جفا
ڪربلا منجهه قتل ڪرايئه، ترس نه پيڙهه ڪا
ظلمي آهين، رحمي آهين، جا وڻيئي سا واهه
سچو سر تي سهج مني، سائين جيڪا رب رضا.
(بلاولي)

## جيوين تيوين پالنا

ننگڙا نماڻي دا، جيوين تيوين پالنا
ميري آهيان، مندي آهيان بيشڪ بندي آهيان
ڏکين منهنجا ڏولنا، پيا عيب نه ڦولهنا
پيان پتاري، لڳي آهيان لاري،
جوڳي نال جالنا، اساڏ ول هين آونا

ڊاءُ= ڊپ کان. زڪريا= هڪ نبي جو نالو. جالنا= گذارڻ. رهڻ. ول= ورڻ. موٽي. ڏرن= تان. گهورجڻ= ـ قعو. ٻڪر. ٻهه ٻهه= خوش ٿي. کهڪاءُ= ايذاءُ. عذاب. ترس= ڊپ. مني= سچي.

يار سچل تون، لئي ڪشالي
گهونگهٽ کولنا، پهه پهه پولنا.

## ڪانگل ادا

اوڏنهن اٿين ڪانگل ادا، لنؤ تون چڱي اچ لات ڪا
ڪي دت هني محبوب کي، مشتاق جي مصلحات ڪا
هيڏي اچڻ جي ڪا هين، ڏي تون مونکي تسلات ڪا
مون هن نماڻيءَ وٽ اهي، رهندا اچي هتِ رات ڪا
بي تا هرندي هيني ادا، ظاهر نہ جهڙيم ذات ڪا
پيغام موڏنهن پرت جا، ساٿي آندؤ سوغات ڪا
شب روز عاشق روئڻ ۾، چاتن نہ هڏهي بات ڪا
جاني جدائيءَ جيهڙي، آهي نہ ٻي آفات ڪا
هيڪار هتڻ جي هوت سان، سائين ڪندم ساعات ڪا
دلبر ٻا جهون هڪ دم سچو، بيهي اها برسات، ڪا.

## آءُ ڪانگل

آءُ ڪانگل ڪا، پرينءَ جي ڳالهہ ڪر
وعدو ڪيئہ ڪالهہ، سو بحال ڪر.
(١) ڪينن ڏنو تو، دوست منهنجو ديس ۾
خوش ڏنو هني يار ڪهڙي ويس ۾

---

مصلحت= مصلحت= رٿ، ارادو. تسلات= تسلي، دلجاءِ. هيڪار= هيڪر، هيڪاندو، گڏ. ساعات= ساعت= گهڙي.

سا خبر مون سان ساري في الحال ڪر

(٢) ڪي پڇيائون، خبر هن جي حال جي
ڪي ڪيڏ آڌاهه هن احوال جي
سو مون سان ڏاها اهو احوال ڪر

(٣) هت فراق آهي ماريو مون، پيو ڇا ڇوان
سورهن جي ساهه ڪي نت نت نوان
آءُ ادا خاطر منهنجي خوشحال ڪر

(٤) ڪي اڏائو هئين پرينءُ جي پار ڏي
ڪي نياپا هي، سيا هيءُ يار ڏي
ڪا مدد منهنجي، ادا الحال ڪر

(٥) دوست جي بہ حضور جي حاضر ٿئين
زاغ زاريءَ مون اهي نياپا نئين
لگ سائينءَ سارو سچوءَ جو سوال ڪر.

## واليءَ جو وعدو

وعدا اُهي ياد پيا، مون سين قريبن جي ڪيا
ڳالهيون ڳجهيون اُهي يار جون. اصلون پڏيم اسرار جون
سي ٿيون عطا اعتبار جون، دل ۾ رهيون دلدار جون
واليءَ اهو وعدو ڪيو، جو ڪم ڇيو سين سو ٿيو
هڪ پول توسان نا پيو، وسري نہ مونکون سو ويو
فائق وري فرمائيو، تو سر اسانجو سائيو

---

زاغ= ڪانگ. خاطر= دل. الحال= هاڻي. قريبن= دوستن، پرين. فائق= مٿاهين درجي وارو، اعلي خدا. سر= مٿان، تي. سائيو= سايو، ڇانو.

اهو ڏسڻ مون آئيو، دل ..اڻ سر مون لائيو
سچو سدا سرهو رهين، هن ٻول اساڳي تي ٻهين
تون نام ثان هن تي ٿهين، سر يار ٻرهي، جو سهين.

## پرينءَ جو پانڌي

تو ڪيئن اُهي وسري ويا، جن تي ڪارؤن تو سان ڪيا
پانڌيءَ پرين جي پار ڏنهن، آندي خبر اها يار ڏنهن
آيو اصل اسرار ڏنهن، دوستن سنديءَ دربار ڏنهن
ڪيئن تون پٺين پيءَ ڳالھ ۾، هيءَ جيءَ وڏءِ جنجال ۾
چؤ آهين ڪهڙي خيال ۾، رھ تون هميشہ حال ۾
ڪانئن پاسي ڏينهڙا پيئہ، سي ڳن سندن وسري ويئہ
سچا سخن سانين ٿيئہ، سڌ ڪين ڪڏهين ناڪيئہ
ڳالهيون سڄڻ جون ياد ڪر، دل ساڻ سي عاشق اُپر
ناتو اچي نازڪ نظر، هني هني متان ٿين بيخبر
بيڪس فراق جي فال هني، ڪا ڪين تنهنجي ڳالھ هني
تو گڏ جيڻ جي جال هني، اڄ تو نہ تن سنڀال هني
تي وساريئہ ڪيئن ويهي، جي ڏيھ هٺا تنهنجا ڏيهي
توکي آئي مصلحت ڪيهي، هاڻ پاڻ اڄ ايندا پيهيسچو
متان دلگير ٿئين، اڄ پاڻ فرمايائون ائين
طالب وٽي تسليٰ ڏئين، معافي مدايون ڪيون منين.

---

ڪارؤن= نيزاريون. سانين= ساندن. سنڀالي رکڻ. اُپر= گهڻيون. بيڪس= ڏاتو. نڌ نڪو. جال= (جالڻ مان) امڪان. منين= مرشد.

## مرشد جو پيغام

ڏنو هيءَ پانڌيءَ پيغام، تنهنجي اڱڻ اڄ يار اچي ٿو
عاشق عجيبن جو توکي، سؤ لک آهي سلام
سڀ قبوليو سپرينءَ جو، توسان اڄ انجام
رو نہ رت اکين مون، عاشق ڪر آرام
سچل ڳڏ جن پوءِ پيي، آهہ نہ طلب تمام.

# سچل جو ڪلام

### ياڳو پنجون

## ڪافيون

---

(۱) سچو سر سري ڪر چائين
جان جٿو سڀ جاني

(۲) اکيون اُپٽي جي ڏسين، تا هادي آهہ هر جاءِ.

(۳) ڳالهہ نہ ڳرهن جهڙي، خلق اڳيان خاموش.
سالڪ سُک نہ سَرها، گوندر ڏي ڪن گوش.

(۴) ڪڏهين زاري ڪڏهين زوري، ٻوليون سندس اهي ٻيئي
يار رنگيلو هڪ رنگ نہ آهي، ڪوڙين سندس رنگ ڪيئي.

(۵) ٻي هر ڪائي ماءُ پيءُ جائي، هيرَ عشق دي جائي.

(٦) جتان ڪٿان هٿي تارون تار، موج خوني هٿي زور زبردي

(٧) سچو انهي سنسار و چون رهنا هٿي هوشيار.

(٨) جنهن دل، پر ڪر پيتا ميءِ دا جام

سا دل مستو مست مدام

(٩) در سائينءَ جي سوين سپاهي، سچو بـهڪ غلام

(١٠) ساجن پيالا پريم ڪا، مجهڪون پلا ديا

ميري دست م صراحي رهـ گئي، ساجن ڪجا گيا؟

(١١) پرين سچو آهي، پان سان، جنين سٽيءَ منجهه سڳو.

(١٢) آخوند سبق پڙهايا، آهي سڀ عشق وساريا.

(١٣) ورڪا، غوطو ٿيءَ گمُ، پڇي مارشاهي دا دم

اچن انهيءَ پڙم، ڪڇن ڪونهي ڪم

شادي غمي عام کي، غازن ناهي غم.

(١٤) جب سمجهه پڙي آهي دل ڪون

تا اي جڳ سارا مين هون.

(١٥) ڪل ستارا گم ٿيا، جڏهين اڀريو آفتاب

شارڪ پڳا سنيري، جڏهين آيو نينهن نواب.

(١٦) تسبيح ڦرندا، من نهين ڦرندا.

(١٧) چٽ چاموٽ جي جاءِ نهين

کي ڪامل ڪن قضا.

(١٨) مومل وچون رانا هويا، راڻي وچون مومل،

(١٩) جنهن کي عشق موليٰ جو ناهي

سو چڻ جهنگ جناور آهي

(٢٠) سچ ٿا مرد چون، ڪنهنکي وني وني

ڪوڙي دوستيءَ جو دم ٻئي نه ٻني

(٢١) دل آتي ويچي پيئي، جتي ڏوهه ثواب جي جاءِ نهين.

(٢٢) ڪاٿي هنومان ڪوٺائين، ڪاٿي ڏهيسر ڏسائين ٿو.
ڪاٿي رام سيتا، ڪاٿي برهمڻ لڪائين ٿو

(٢٣) تو دوستيءَ جو دم هڻين، پر ڪين ڪسي قرباني ٿئين؟
جي دم سيجائين پانهنجو، تون دين تون ايمان ٿئين
سچو يڪايڪ ٿئين، تون شمع تون پروان ٿئين.

(٢٤) ڪاٿي پيدو پير ٿئي، ڪاٿي ٻولي يار
آهي دلبر دوست جو، سچو سڀ سينگار

(٢٥) هم تم هويا، تم هم هويا، ڏو جهي رمز چليندا ڪوُن؟
عاشق ٻڪرا، معشوق ڪسائي، ذبح ڪريندا ڪوُن؟

(٢٦) نينهن وارن کي ناحتي، ملان هينئن مدار
راتو ڏينهان آهي توئي کي، ڪتابن جي ڪار.

(٢٧) ڏونگر ڏولي پانڌيان، سپيريان جي ساءِ

(٢٨) ميخاني وچ هميشه، ڪينئن سو ڪعبي ڪاهي
ظاهر باطن آهي اُهوئي، جان جشووري چا آهي؟

(٢٩) پيو ڪو چائڻ محض گناهه،
هر ڪنهن صورت آپ الله.

(٣٠) اوهي ڪم ڪريجي، جس وچ الله آپ بڻيجي،
دين ڪفر اسلام مه، عاشق ڪڏهان نه اڙيجي.

(٣١) مان تا ڪوئي خيال آهيان،

---

ڏهيسر= ڏهن سرن وارو، راڻون. ڏسائين= سڏائين. پروان= پروانو، پتنگ.

هاڻ ليان ٿو پڻ خيال سان.

(٣٢) شڪ جهڙو ڪوئي آزار ناهه

(٣٣) تو پٺي ساريو جنڪي، تن بہ سڪ سنديا ء،

(٣٤) سچو آهي ناپيدا، سو تہ ڏسڻ ۾ نہ آئيندا،
پنهنجي ناپيدائيءَ منجهان، آهي پاڻ ئي پاڻ پيدا.

(٣٥) حق ٿيو اثبات جڏهين،
تڏهين گم ٿيو هئي دعويدار.

(٣٦) غرض نہ رڪان لوڪ جي، هڪ سائين هُونِ سنوان.

(٣٧) مڪڻ اڪو هيڪڙو سوئي ڪير سَباڻ.

(٣٨) آب شڪر گڏ شربت ٿئي،
جسم اندر ائين اسم سمايو
الله آدم نام سڏايو!

(٣٩) نل ٿيو بادشاهه ملڪ جو، جنهن ڪي نينهن نوايو،
دمن لاءِ ٿيو بيراڳي!

(٤٠) سچو ڳالهہ انهيءَ جي سچي،
ڏيان ٿو مان بہ گواهي،
طلسم آهي تحقيق سپائي.

(٤١) ڪفر نڪو اسلام رهيو، اتي لٿا راهه حيراني
سچو نالو گم ٿيو، اُتي باقي سِر سبحاني.

(٤٢) مسجد ڇوڙو يس ميخاني، مئي جو جام پيتو سين،
آءَ تون پئي وسري ويا سين، بيخود ڪيف ڪيو سين.

---

ذبح ڪريندا= ڪُهندو. ڏولي= آرام جي جاءِ. ساءِ= ( ساءِ يا سواد مان ) لاءِ، ڪاتر، واسطي. محض= نسورو. سباڻ= ڪنو جو ڪير ۾ ڏڌ لاهڻ لاءِ وجهبو آهي

(۴۳) ڏوهہ ثواب کان ڇُٽي پياسين، سچو سارو ڏن ڏنو سين
جان جان مسجد منبر منارا، نهين سي ويران ٿيون
تان تان راهہ قلندر والا، حاصل ڪڏهان نہ ڪريون.

(۴۴) جنهن دل پر ڪر پيتا مئي دا جام
سا دل مستو مست مدام
ڇوڙ گيا تنهن ڪون، علم عقل ڏونهين
جنهندا عشق امام.

(۴۵) مئنون قسم الله دي آهي، آپ هويا اظهار
جا شيءِ وچ اکين دي آوي، اوئي هئي اسرار

(۴۶) ڪيا جي مومن، ڪيا جي مسلم، ڪيا جي هئي ڪفار
سچو سچ آکان هان، هئي سب صاحب دا سينگار.

(۴۷) بني ڪر آدمي صورت، سراسر خود خدا هوگا.

(۴۸) ڪهان روتا ڪهان هستا، ڪهان سک دک بيچ هوتا.
ڪهان بد خواه، بد نيت، ڪهان اوهي آشنا هوگا.

(۴۹) ڪهان هئي موج لک لهريان، ڪهان ڪڙتا، ڪهان بهتا
ڪهان درياه ڪهان ڪشتي، سچوا وئي نا خدا هوگا.

---

آشنا= دوست، واقف. ڪڙتا= بيٺل. بهتا= وهندڙ. ڪشتي= ٻيڙي. ناخدا= ناکئون.

# سچل جو ڪلام

## ياڱو ڇهون

# اڙدو ۽ سرائڪي غزل

## اپنا قدر جانو

اگر اپنا قدر جانو، سپہ سالار تم هوگا

اوئي اندر اوئي ٻاهر، همہ اظهار تم هوگا

عجب هئي بات باطن ڪي، بہ گوش دل ڪي تم سن ڪر

يقين ڪي آءِ ميدان مين، اصل اسرار تم هوگا

گمان ڪر ٽوٽ آويڪڻ، دُئي ڪر دور واديسي

جسي ڪي طلب ڪرتي هو، اوئي تڪرار تم هوگا

ڪيا ڪيا ڪام سڪندر، جو سارا ملڪ لي جاتا

پڪڙلي ملڪ دل ڪا تم، سڪندر وار تم هوگا

سچو ڪي ذات معلوم هئي، سچو سچ هئي جو اوئي هئي

نهي ڪوئي دوسرا دلبر، اوئي دلدار تم هوگا.

---

ڪر ٽوٽ=ٽوڙي. آويڪڻ=ڏسڻ. واديسي=پرديسي، مسافر، طالب. تڪرار=
ضرور. وار=وانگر.

## ناڃائي، نانڀائي !

اسان نا ڪنهين دي ڃائي هون، اسان نا ڪنهين دي نپائي هون

ڇوڙ فلڪ زمين تي آيا، عرش ڪرسي وچ مئن نہ سمايا

ايڏون داوت پيوسي رايا، اسان اپني خواهش آئي هون

اصل آهس لامڪاني، اٿان آ ڪر ٿيس مڪاني

تڪيا جوڙ ڪيتم نفساني، صورت سڀ سهائي هون

ڏتي اها عشق ولاٿي، سانون پاڪ مُنزه ڃاٿين

سانڏي ذات صفات سڃاٿين، ڃائي ڪنهن نہ ڇمائي هون

ڪٿان ڇوڙيم تخت هزارا، ڪٿان ڪاسي بيد دوارا

ڪٿان آهس نبي سُونهارا، ڪعبي حرم بنائي هون

ڪڏهان شمس الحق هوا هون، ڪڏهان حَلاج دي نانءَ رهيا هون

قاضي ملا آپ بنا هون، سُولي پڪڙ چڙهائي هون

مائي باپ نہ ميرا ڪوئي، بيحد آهس نا حد ڪوئي

هر جاءِ سانڏا سير سيوئي، اٿان سچو يُل سڏائي هون.

## يقين ڪرنا

اگر اثبات ڪر جانو، نہ هرگز تم گدا هوگا

يقين ڪرنا، گدا اگر هين، وليڪن خود خدا هوگا

---

فلڪ= آسمان. ايڏون= هتون، هن پاسي. رايا= خيال، ارادو. آهس = هيس.
ولاٿي= وراثي. مُنَزه= پاڪ. ڪاسي= ڪاشي. بيد= ويد. دوارا= در. اثبات=
آه. گداگر= فقير. وليڪن= پر، نہ بہ.

فنا کي بات باطل هئي، اگر پوچھو هئن سون ڙي،
بقا بالله، هميشہ تون، خدا تا نا فنا هوگا
نهين ديدار کوئي دو جهان، نہ جاءِ ديکن کي
نظر کي جاءِ تهاري هئي، ببين تا خود لقا هوگا
زمين پر کيا فلک پر کيا، کيا پر عرش کرسي پر
درون بيرون، همہ اندر هئي، سِک کُلي جا بجا هوگا
هو الاول هو الآخر، هو الظاهر، هو الباطن اُهان
اوئي، اهان اوئي سچو کهہ تم کجا هوگا.

## آيا تماشي يار

آيا تماشي يار، آمِل ويکو
لٿا حجاب، اکين کُل پئيان، ساڳي مئن دوست سجاتا
محلا هکو رنگا رنگي، کنون عشق اڏيوسي
پاڻي آگ تي واءُ، مٽي نال گڏيوسي
محل آهيندا آپي جاڻي، آدم نانءُ رکيوسي
بنگلا اک دريچي کتلي، دلبر يار بنائي،
جائين جوڙ کچهري واليان، بئدا حکم هلاوي
تختگاه تنهين وچ ويکو، جو سارا دوست سماوي
هِکي طاق دريچي وچون، آپکون آپ ڏيکيندا
ڏوجهي طاق وچون، ڙي ميان، انا الحق اليندا

---

فنا= ناھ. باطل= ڪوڙي. ببين= ڏس. لقا= ديدار. ڪيا= ڇا. درون بيرون= اندر ٻاهر. ڪلي = سڀ، همہ. باطن= اندر. آمل= اچي ملي.

تيجهي طارق و چون ڪيني ٻوليان، دلبر يار سٽيندا
جوئي الائيندا، سوئي سٽائيندا، سوئي ڏيک ڏکاري
ٻوليان لک هزار ڪروڙيان، سچوءَ ڪُون يار سڪاوي.

## ميرا يار خيالي

ڪسنون، مئن کهه سناوان، ميرا يار هئي خيالي
ميرا حال پوچتا نهين، هئي اصل لاؤبالي
آءُ سُنوڙي سئنيان، وه واه يار ميري
دليان ڪي لوٽني ڪي، ڪيتي هيءَ استعمالي
ڪجلين آکين ڪونَ دلبر، لعلي ڪا رنگ لڳايا
پيتا هئي پُر پيالي، دارون ڪي پرتڪالي
آيا نظر بسيهر، مجهڪون ڙي پيچا پيچيءَ
گل پر لٽڪ رهي هئي، ظالم ڪي زلف ڪالي
وه عشق ناز سيتي، آتا هئي عاشقان پر
مدهوش هو رها هون، يي ديک، چست چالي
بيچاره ايڪ نهين، مئن آشفته اُس صنم ڪا
ڪتني هوئي هين حيران، ديکه حسن لايزالي

---

ڪنون= ڪان، سان. تي= ۾. آليندا= چويٿو. لاؤبالي= بيپرواه، البيلو.
سينيان= ساهيڙيون. ڪجلين= ڪارين. پرتڪالي= پورچوگال جو،
ولائتي. بسيهر= بسيار، گهڻا. پيچا پيچي= گهنڊيدار، ورن وڪڙن وارا.
زلف= وار. سيتي= سان. آشفته= ديوانو. صنم= دوست، محبوب.

کب مهر سيتي آوي، کس دن ميري گلي مين
دن رئن ،در اُسيکي ،هئي سگ، سچو سوالي.

## گم هويا

گم هويا مئن گم هويا ، اِهين سهڻي وچ گم هويا
خاڪي جسم وچ مئن تا ناهيان ، اصل ڪنون مئن تا دم هويا
لامکاني سير اسانڈا ، هر جا حاضر هم هويا
الله وچون بندا بنيا ، اِهين ڳالهيون پر غم هويا
جيڏي ڪيڏي اُهو آها ، چاڻ سچو تا تم هويا.

## کهڙي قاضيا

ميري پاس کهڙي قاضيا ، ڪئسا تمارا ڪام هئي؟
تجهکون ڪتابون ڪي خوشي ،مجهسون سارا ماتام هئي
ٻالين ڪتابون ڪا ورق ،عاشق عشق ڪي آگ ۾
ميرا نام ايکو ياد ڪر ،يهي دوست ڪا پيغام هئي
اُس ڪي هِجر مجهکون ليا ، ڪهتي هو تم تو ڪتاب پڙه
ميري گهر اُسي محبوب ڪي ،آوڻ دا اڄ انجام هئي
ايک دن بسارڻ يار ڪون ،نا عاشقون ڪا ڪام هئي
سجده سهوَ اُسکو نهين ، جس ڪا عشق امام هئي

---

لا يزالي= بي زوال= فنا نه ٿيڌڙ. سگ= ڪتو= تم= تمام ، ڪامل. ٻالين= ٻارين، ساڙين. هجر= وڇوڙو. سهوَ= چوڪ ، ڀل. وُهو= اُهو. ليئي= لاءِ، واسطي.

وهُو نيڪنامي تم ليئي، اي عشق سيتي بي خبر
تيري جماعت کي آگي، برهہ سارا بدنام هئي
يهي درد سر مطلب هوا، مرشد همنکون يؤن کها
بن عشق سچو يار کي، کيا کفر کيا اسلام هوا.

## انسا اسرار !

اس چشم موري انسا اسرار ديکاٿا
بيچ اَبر کي، آفتاب کا انوار ديکاٿا
جس نور تجلي کي، سارا طور جلايا
اُس دل کي گلي ۾، اوئي چمتکار ديکاٿا
جس جاءِ سين علمائون پرهيز کيا هئي
اُس جاءِ ۾ سر نور کا، جهلکار ديکاٿا
بي فکر بہ هو ذره، نہ ديکڻ هئي مناسب
هر شيءِ کي نگهہ مني، ذوالفقار ديکاٿا
اس ديکڻ هادي کي، سارا کام ميراٿا
اُس صورت مُرشد کي سُون، ديدار ديکاٿا
جيوُن سورج کا نور، بہ هر جا هئي برابر

---

سيتي= کان. ابر= ڪڪر. آفتاب= سج. انوار= نور= روشني. اطور= جبل جنهن تي موسيٰ روشني ڏٺي هئي. پرهيز= پاسو. ذوالفقار= حضرت عليءَ جي ترار جو نالو.

تيوُن هر مظهر اُسکا، انـظار ديکاتا
جس کوئي آيا هئي، اس رندان کي بزم ۾
ايکبار هوا مست، نه هوشيار ديکاتا
کهه کلمه انا الحق کا، يکبار يقين سي
منصور يهي اسرار، اُوپر دار ديکاتا
تس بحر ۾ آيا هئي سچو، جس نه کنارا
اُس بحر ۾ عشاق، نگونسار ديکاتا

## تيرا جادو لگا

مجهکون تيرا جادو لگا، نا صبر نا آرام هئي
تيري طرف سين اي صنم، نا خط آيا نا پيغام هئي
آتش لگائي جان سوُن، فرياد بر فرياد هئي
مرتا هون تيري هجر ۾، سِرِ سوز کي صمصام هئي
اس حال اپني کي خبر، کسکون سنائون، اي سجن
جنجال هئي يهي زندگي، مرني ۾ ميرا کام هئي
يا مک سي برقعه دور کر، يا خون تيري گل هوا
تم هين بها ميري خون کي، مجهکون يهي الهام هي
اکيان جادوگر تيريان، جس ني ميري دل لٽ نتي
ڦر پڙي زلف کي پيچ ۾، سچو دلون کي دام هي.

---

مظهر= ظاهر ٿيڻ جي جاءِ. انـظار= بزم= مجلس. دار= ڦاسي. ٿيڻ جي جاءِ. نگونسار= اُونڌو ٿيل، هيٺ ڏل.- هجر= جدائي. صمصام= تکي تلوار. الهام= خدا جي طرفان جيکي دل ۾ اچي. نتي= ني

## عشق عقل

عشق عقل کيا لڳي لڳي ؟ سن ڙي قاضيان
دوڙ عقل دي ڪتلي توڻي ؟
عشق دي منزل اڳي اڳي
نال عقل دي ڪيئي پساري
ڏيک برھ ڪنون ڀڳي ڀڳي.
مئين رانجهو دي رانجهن ميڏا
ڪيڙا ڪيون وت وڳي وڳي.
بوءِ برھ دي جنهان نون هوئي
يا اُنهان نون تڳي تڳي.
دوست منگي تو، سچو جنهان نون
پرت تنهان دي، تڳي تڳي.

## برھ جون نيشانيون

بهتر هئي ايسي زندگي، بِن عشق هئي شرمندگي
جس ڪو سجن ڪا درد هئي، رويت اُسيڪي زرد هئي
اِس اُس جڳتَ سُون سرد هئي، صد عاشقان ڪي مرد هئي
عاشق اوئي جس غم هوا، دو نو جڳتَ ايڪ دم هوا
دِن رئن اُس ماتم هو ،اکيان ڪا آب آگم هوا

---

ڪتلي توڻي= ڪيسين تائين. وڳي وڳي= بڪي. ( رويت= شل، جڳتَ= دنيا. آگم= وهڻ جو سعيو.

برھا ظاھر بدنام ھئي، باطن ۾ ڪُلي ڪام ھئي
ناصبر نا آرام ھئي، وھ واہ اُس ماتم ھوا
عشقا عجب آفات ھئي، نا ڪشف ڪرامات ھئي
تقويٰ نہ ڪائي طاعات ھئي، تس ۾ نہ مرجوعات ھئي
وُھو ايڪ دم ديوانگي، گم ڪرن ھئي فرزانگي
يهي اصل ھئي مردانگي، بن عشق ھي بيگانگي.
ڪر دين بدل زنار پر، يهي حال نهين هوشيار پر
منصور هو چڑھ دار پر، ڪهہ انا الحق سؤ فار پر
سولي ۀ اوپر منصور رھئي، منظور ھئي، مشھور ھئي
مئي پي ڪي اوئي منصور ھئي. اُسڪا عجب مذڪور ھئي
باري برہ ڪا بار ھئي، سر عاشقان سينگار ھئي
سچو ڪي سر خمار ھئي، يهي عشق ڪا اسرار ھئي

## حد مستي

(١) اس بازي ۾ سر بازي ھئي
سر ڏيوڻ سرافرازي ھئي
اھو عشق ۾ عرض نيازي ھئي
وت شاهي عشق لڳاوڻ ڪيا؟
وت ٽنگون آپ ڇپاوڻ ڪيا؟

تقويٰ= پرهيزگاري. طاعات= طاعت، بندگي. مرجاعات= رجاعت، ماڻهن جي آمد رفت. فرزانگي= ڏاهپ. بيگانگي= ڌاريائي، غير واقفيت. زنار= جڻيو. سُوفار= ڪمان جو گوشو يا وچ. ڏيوڻ= ڏيڻ. سرافرازي= وڏائي. اھو= ھن. وت= (حرف زايد) نہ تہ، پوءِ. وھو= ھن.

(۲) آپ ڪنون، گذرتم ڪرتا نهين
وُهو سُولي ءِ پر چڙهتا نهين
يهي موت ڪنون اگ مرتا نهين
وت عاشق نام سڏاوڻ ڪيا؟
تب انا الحق الاوڻ ڪيا؟

(۳) جي سِرَ ڪون ڏيوين، سانگا چوڙين
وچ وحدت پيائي ہوڙين
سگ سياپا سارا توڙين
تينهن شهان نال لاوڻ ڪيا؟
وت اِس گلي پر آوڻ ڪيا؟

(۴) وَل پير پچي ڏرتا نهين
وت ائسا سودا ڪرتا نهين
وت مؤت ڪنون آب ڏرتا نهين
وت بار برهه دا چاوڻ ڪيا؟
وت در در آپ پناوڻ ڪيا؟

(۵) عاشق هو ڪر نوبت مارين
اپنا سر صريح سنپارين
پانهپ والي ڳالهه وسارين
سر دي وال مناوڻ ڪيا؟
وت تئنڪون خلق ڪلاوڻ ڪيا؟

---

وهو= هن. الاوڻ= چوڻ. ول= وري. چاوڻ= کڻڻ. نوبت= دهل، ڏونڪو.
صريح= سمورو، خالص. وال= وار. مناوڻ= ڪوڙائڻ.

(٦) تي تيار تماشا لاوين
انا الحق کا دم الاوين
سولي ءَ اوپر آپ سلاوين
بن خيال خودي، پيا کاوڻ کيا؟
وت طرح اسي ۾ تاوڻ کيا؟
(٧) او کتلي ڏينهن غلامي ۾
وت سارا روز سلامي ۾
کيون آپ گهٽيوئي خامي ۾
وت آپون آپ اگهاوڻ کيا؟
وت انسي چوٽ چلاوڻ کيا؟
(٨) عشق کي ديري عاشق آءُ،
ساري سر دا لهين سماءِ
بازي اسدا عجب بناءُ
وت ڳلي ڳلي وچ ڳاوڻ کيا؟
وت انسا سر سناوڻ کيا؟
(٩) دين کفر کنون منزل چائين
هوئي هُودا حڪم هلائين
پڇي مؤل نہ پانءُ ولائين
وت پيرا سي درپاوڻ کيا؟
وت گهٽ گهٽ آپ گهماوڻ کيا؟

سلاوين= سل يا ٽونگ کڍائين. تاوڻ= تاوان، نقصان. او= اڙي. کتلي= کيترا. گهٽيوئي= وڌ. سر= ڳجهہ. چائين=کڻين. پانءُ= پير. ولائين= ورائين.

(١٠) عاشق هو نشاناٽي،
يڪدم ياريگاناٽي
عالم وچ بيگاناٽي
وت تنکون آپ لڄاوڻ ڪيا؟
وت انسا ڪام ڪماوڻ ڪيا؟
(١١) وہ عشق ڪي ڪُوچي آيا هئي
وہ ڪئسا قدم چايا هئي
ايهان پير برابر پايا هئي
سچو سر ڏي ڪر آپ بچاوڻ ڪيا؟
وت جوشان جيءَ جلاوڻ ڪيا؟

---

گهٽ گهٽ= در در. نشانا= چٽڻ جي جاءِ.

